# اترادي ٻولي

ڊاڪٽر هدايت پريم




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
حيدرآباد - سنڌ

سنڌي ٻوليءَ جي جغرافيائي محاورن يا ٻولين جو مطالعو

سلسلي جو ڇهون ڪتاب

# اتراڍي ٻولي

مصنف

هدايت پريم




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد سنڌ

1995ع

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جا سڀ حق ۽ واسطا قائم

---

ڇاپو : پهريون

سال : مارچ 1995ع

تعداد: هڪ هزار

قيمت: Rs 50/-

ملڻ جو هنڌ :

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

نيشنل هاءِ وي - حيدرآباد سنڌ، پاڪستان.

۽

مرڪزي ڪتاب گهر نمبر - 16

نسيم شاپنگ سينٽر - نسيم نگر

قاسم آباد، حيدرآباد- سنڌ .

---

هي ڪتاب ميشرس علمي پرنٽرز ڪراچي ڪمپوز ڪيو ۽ اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري ايجوڪيشنل پريس ڪراچي مان ڇپرائي حيدرآباد سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# عنوانن جي فهرست

# ٻه اکر

سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق ڪرڻ جي سلسلي ۾ اهو ضروري آهي ته هن ڀھڳڻ ٻوليءَ جي مختلف لهجن تي ڪتاب تيار ڪرائي ڇپرايا وڃن. هن رٿا هيٺ ٻارهن ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويندا. هن وقت تائين پنج ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، هيءَ ان سلسلي جو ڇهون ڪتاب آهي.

باقي ٻين لهجن تي ڪتاب تيار ٿي رهيا آهن: جهڙوڪ: ڪڇي - ناڙي جي ٻولي، ڪاڇي جي ٻولي، لاسي ۽ ڪوهستاني ٻولي، ڪڇي - سنڌي ٻولي وغيره.

چوڻي آهي ته ٻارهين ڪوهين ٻولي ٻي. واقعي سنڌ جي مختلف علائقن ۾ سنڌي ٻوليءَ جاڪي خاص لفظ ۽ اصطلاح نظر ايندا. اهو سنڌي ٻوليءَ جو خزانو آهي، جنهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ آڻڻ سان سنڌي ٻوليءَ جي وسعت ۽ شاهوڪاريءَ جو صحيح اندازو ٿي سگهندو.

سنڌ جي اتر واري علائقي جي ضلع جيڪب آباد جون سرحدون پاڪستان جي ٻن صوبن يعني پنجاب ۽ بلوچستان سان ملن ٿيون. سکر ضلعي جون حدون پنجاب کان علاوه هندستان سان ملن ٿيون.

سکر ضلعي جي پنجاب جي حدن واري شهرن ۾ سرائڪيءَ جو گهڻو اثر آهي، جڏهن ته جيڪب آباد ضلعي جي ڪن شهرن جي ٻوليءَ تي بلوچي ۽ براهوي جو اثر نمايان نظر ايندو.

هن ڪتاب ۾ اٺ باب آهن. پهرين باب ۾ اترادي ٻوليءَ جو تعارف ۽ حدون بيان ڪيل آهن. ٻئي باب ۾ اترادي لهجن جي صوتياتي ڇنڊ ڇاڻ ڪيل آهي. ٽين باب ۾ اترادي لهجي جي صرفياتي اصولن تي بحث ڪيل آهي. چوٿين باب ۾ اترادي لهجي جي نحوياتي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي وئي آهي. اترادي لهجي تي جيڪو سرائڪي، بلوچي ۽ براهوي ٻولين جو اثر آهي، سو پنجين باب ۾ مثالن ذريعي ظاهر ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ ريت ٻين بابن ۾ اترادي لهجي جو لوڪ ادب ۾ حصو، اترادي لهجي جا خاص لفظ، پهاڪا، چوٽيون ۽ اصطلاح ڏنا ويا آهن.

هيءُ ڪتاب محترم دوست هدايت پريم منهنجي گذارش تي چند مهينن ۾ تيارڪري ڏنو، جنهن لاءِ آءُ سندس ٿورائتو آهيان. هدايت پريم صاحب هن ڪتاب تي وڏي محنت ڪئي آهي، پڙهندڙ پڪ سان ان جو قدر ڪندا.

ڊاڪٽر نواز علي شوق
چيئرمين
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد سنڌ
8 مارچ 1995ع

# مهاڳ

سنڌي ٻوليءَ جي مکيہ لھجن مان ھڪ لھجو "لاڙي" ۽ آھي، جيڪو اتر سنڌ ۾ رائج آھي. ھن ڪتاب ۾ اترادي لھجي جو لساني جائزو ورتو ويو آھي. سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري پاران ھن مھل تائين"سنڌي" ٻوليءَ جي جغرافيائي محاورن يا ٻولين جو مطالعو جي سلسلي ۾ سنڌ جي مختلف خِطن يا علائقن جي مکيہ لھجن توڙي ننڍن محاورن جي باري ۾ پنج ڪتاب شايع ڪيا ويا آھن. ھن مھل تائين انھن ڪتابن تي رکيل عنوانن ۾ "ٻولي" لفظ ڪم آندو ويو آھي. جڏھن اسين "سنڌي" کي "سنڌي" ٻولي چئون ٿا، تہ شڪارپور، سبي، ماٿيلي، اٻاوڙي ۾ رائج ٻوليءَ کي سنڌيءَ جا ننڍا محاورا سڏڻ گھرجي. حقيقت ۾ ڪتابن جي عنوانن جو مفھوم بہ اِھو ئي آھي. ھيءُ ڪتاب "اترادي ٻولي" لکڻ دوران آءُ سوچيندو رھيس تہ اترادي ٻولي تہ نہ آھي، ٻولي تہ "سنڌي" آھي ۽ اترادي ان جو ھڪ لھجو آھي ۽ ان ئي لھجي جا ٻيا ننڍا محاورا آھن؛ روھڙائي، شڪارپوري، اٻاوڙائي، لاڙڪاڻائي ۽ جيڪب آباد وغيره. تنھڪري ھن ڪتاب ۾ مون ھرھنڌ "اترادي لھجو" ڪري لکيو اھي. جيئن تہ سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري پاران ھن سلسلي جي ڪتابن جا نالا ائين ئي تجويز ڪيل آھن. يعني تہ سبيءَ جي ٻولي، شڪارپور جي ٻولي، ٿر جي ٻولي وغيره،

تنهنڪري هن ڪتاب جو نالو مون بہ "اُترادي ٻوليءَ" ٿي رهڻ ڏنو آهي.

اُترادي لهجو هڪ نهايت ئي پيارو لهجو آهي. ميٺاج ڀريل ٻولن وارو هيءُ لهجو جنم ڏينهن کان وٺي منهنجي ڪنن ۾ پيو. اتر سنڌ جي شهر روهڙيءَ سان واسطو اٿم. روهڙي سکر ڄڻ تہ منهنجا ڳوٺ آهن. خيرپور ۽ پير ڳوٺ جي شهرن سان پڻ نينهن جا ناتا اٿم. جتي گهڻائي عزيز قريب ۽ دل وارا دوست اٿم، جن وٽ اچڻ وڃڻ آهي. شڪارپور ۾ بہ ٻہ ٽي سال رهيو آهيان. لکي در، هاٿي در، هزاري در، مطلب تہ شڪارپور جا اٺ ئي در پيٽيا اٿم. جيڪب آباد پڻ ويندو رهندو آهيان، جت ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو، فتاح عابد، غلام رسول ڪلهوڙو، ڀيڻ ڊاڪٽر شڪنتلا سيواڻي ۽ ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي جهڙن دل گهرين دوستن سان گهڻيون ئي قرب ڪچهريون ٿينديون رهنديون آهن. اتر سنڌ جي ٻين شهرن جهڙوڪ شهداد ڪوٽ، ميرپور ماٿيلو، گمبٽ ۽ خيرپور ۾ پڻ نوڪريءَ سانگي ٿورو ٿورو عرصو رهيو آهيان. خيرپور ۾ رهڻ دوران ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي سان ملاقاتون ٿينديون هيون. ٻوهيو صاحب تن ڏينهن ڪامپر يهينسو هاءِ اسڪول جو پرنسپال هو. خيرپور ۾ گذاريل اهي ڏينهن ڏاڍا ياد ايندا اٿم. ويجهڙائيءَ ۾ سنڌ وطن کان ڏور ست سمنڊ پار برطانيہ ۾ ٻن سالن جو عرصو رهيم. اُتي هڪ ڏينهن طارق عالم مهراڻ جو هڪ تازو پرچو آٽي ڏنو، جنهن ۾ تنوير عباسيءَ جا "خيرپور جا هائڪو" ڇپيل هئا. هائڪو ڇا هئا، بس ڄڻ خير پور اکين اڳيان اچي وئي. هڪ ديس کان دور ٻيو تنوير جي سگهاري شاعري، هائڪو اصل دل ۾ پيهي ويا. چند هائڪو هت اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو. هنن هائڪن پڙهڻ سان اوهان پڻ اتر سنڌ جي نظارن مان لطف اندوز ٿي سگهندا.

آئي آ پن چڻ
سين وڻن پن چاڻبيا
نرجو ڪِچيءَ وڻ.

مير واه تي شام
سوني پاٽيءَ ڏي جهڪي
تالهنيءَ جي هڪ لام.

سانجهي سنجهيون تاپ
پرينءَ ير واه جي
ڪافيءِ جو آلاپ.

مير واه سان پنڌ
ڪالهه هئا جيڪي پڪي
اڄ نه انهيءَ هنڌ.

پنج ڪلوءَ شام
ويٽيءَ ۾ رابيل ۽
لب تي ڪنهن جو نام.

پرينءَ جو پاڙو
گهٽي گهٽي چڻ ڪاڪ آ
۽ پاٽي ڀاڙو.

گرمي گهٽ مڪيون
آرايون ڪنهندي چيائين
ڪجيون چاڻ پڪيون.

جون ۾ پچرن انگ
سنڌڙي انب ۽ ڪارڪون
هيءَ سونهري رنگ.

قلفيءَ وارو نيت
گهلي گاڏو ڀي بجي
بينو وڻ هيت.

اتر سنڌ جو علائقو، منهنجو پنهنجو علائقو آهي، ڇو پنهنجو وطن آهي، ديس آهي. اتان جي لهجي تي لکڻ مون پاڻ تي فرض سمجهيو، ۽ هيءَ ڳالهه مون لاءِ باعث افتخار پڻ آهي.

آءٌ پنهنجي پياري دوست ڊاڪٽر غلام نبي سڌائي جو بيحد گهڻو ٿورائتو آهيان، جنهن جو مڪمل سهڪار، ڪتاب لکڻ دوران رهيو، خاص طور، سنڌي ٻوليءَ تي براهوي اثرات ۽ آترادي ٻوليءَ جي لوڪ ادب وارن موضوعن ۾ سڌائي صاحب مون سان هٿ ونڊايو آهي. پنهنجي مانائتي استاد محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب جو بيحد گهڻو مشڪور آهيان، جن جي همٿائڻ سان ئي آءٌ هيءُ ڪتاب لکي سگهيو آهيان، ۽ هي پنهنجي پيار جو پورهيو پڙهندڙن جي اڳيان پيش ڪريان ٿو.

هدايت پريم

سنڌ يونيورسٽي
ڄامشورو سنڌ.
فيبروري ١٩٩٥ع.

# باب پهريون

# اُترادي ٻوليءَ جو تعارف ۽ حدون

سنڌي ٻولي هڪ قديم ٻولي آهي، جنهن جون پاڙون تاريخي طور سنڌ ۾ ڪتل آهن، ۽ تهذيبي اعتبار کان سنڌو سڀيتا سان واڳيل آهن. سنڌي ٻولي ننڍي کنڊ جي مڙني مکيه ٻولين مان هڪ اهم ٻولي آهي. اڪثر عالمن سندس اصل نسل هند يورپي ٻولين جي خاندان ۽ انڊڪ گروهه سان ڏيکاريو آهي. هند يورپي خاندان جون ٽي شاخون آهن.

(۱) - يورپي،

(۲) - ايراني،

(۳) - هندي.

هندي شاخ ۾ بنگالي، آسامي، هندي، اردو، مرهٽي، گجراتي، سنگلي زبانون اچي وڃن ٿيون. سنڌي، پنجابي، ملتاني، ڪشميري زبانون وري انهي آريائي زبان مان نڪتل ڏسجن ٿيون. جا ايراني ۽ هندي خاندان جي وچ واري ڪڙي هئي. اسان انهن جي خاندان کي "سنڌو" خاندان سڏي سگهون ٿا. (۱)

سنڌو خاندان کي اڪثر ماهرين لسانيات انڊڪIndic ڪري پڻ لکيو آهي.

سنڌي ٻولي ننڍي کنڊ جي هڪ وسيع علائقي ۾ ڳالهائي ويجي ٿي. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ڳالهائڻ واري هندو آباديءَ جي اڪثريت لڏي وڃي هندستان جي مختلف علائقن ۾ آباد ٿي. پاڪستان جي صوبي سنڌ، بلوچستان جي سبي ۽ لسٻيلي، پنجاب جي ماڇڪي ۽ ڀارت جي ڪڇ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جي سرحدي حصن ۾ سنڌي ڳالهائڻ وارا موجود آهن. "سنڌ" هن ٻولي جو خاص خطو Main land، مادر وطن آهي. وڏي وسيع ايراضيءَ ۾ عام وهنوار ۽ سماجي ضروريات لاءِ سنڌي ٻولي ڪم اچي رهي آهي. تنهنڪري جاگرافيائي اعتبار کان سنڌي ٻولين جا ڪيترائي لهجا /محاورا/ اپڀاشائون/ Dialects آهن، جن جي لساني ڇنڊڇاڻ ڪجهه قدر ٿي چڪي آهي، پر اڃا گهڻو ڪم رهيل آهي.

ٻوليءَ ۽ لهجي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ مختلف محاورن لهجن جو پنهنجي ٻوليءَ سان ڪهڙو تعلق آهي؟ محاورن، لهجن ۾ موجود، صوتي، صرفي، نحوي فرق ڪهڙي اهميت رکن ٿا. مختلف لهجن ۽ محاورن جي حيثيت ڪهڙي ريت متعين ڪرڻ گهرجي. اهڙن سوالن جا جواب جاچڻ لاءِ لسانيات جي شاخ لساني جاگرافي Dialectology جا مکيه اصول ڪار آمد ثابت ٿي سگهن ٿا. محاورا يا لهجا بلاشڪ ٻوليءَ جي اپڀاس ۾ هڪ اهم جاءِ والارين ٿا.

هر زبان کي هڪ ملڪ ٿيندو آهي، جنهن جي گهٽ يا وڌ ايراضي ٿيندي آهي. انهيءَ ايراضيءَ اندر هڪ ئي زبان جا مختلف محاورا جدا جدا ڀاڱن ۾ موجود هوندا آهن. جن مان هرهڪ کي اُتان جي "مقامي ٻولي" Dialect سڏبو آهي. باريڪبينيءَ سان ڏٺو وڃي ته هر شخص جي ٻوليءَ جو طريقو بلڪل پنهنجو ۽ نرالو هوندو آهي. ان کي ذاتي زبان Idiolect چئي سگهجي ٿو، مگر اها آوازي، صرفي ۽ نحوي نگاهه کان ٻين جي ذاتي زبان کان نرالي نه هوندي آهي، جيڪي ان جا پاڙيسري، ڳوٺائي، شهري يا ويجهڙائي وارا هوندا آهن. سچ پچ ته زبان

نہ رڳو هڪ شخص ڪان ٻئي تائين بدلجي ٿي، پر هر طبقي ڪان ٻئي طبقي تائين ڦري ٿي. جنهن حد تائين اتان جي رهاڪن جي ٻولي بنا ڦيرڦار جي چالو هجي، انهيءَ حد تائين ٻوليءَ جو هڪ محاورو سڏبو. جنهن حد کان ٻوليءَ ۾ ڪجهه ڦيرو معلوم ٿئي، انهيءَ حد کان ٻوليءَ جو ٻيو محاورو سڏبو. ايئن هر ٻوليءَ جا ٻه يا ٻن کان مٿي محاورا هوندا آهن. جن کي مقامي محاورا ۽ اپڀاشائون سڏبو آهي. انهن مقامي ٻولين مان هڪ ٻولي جا علم ادب جي لحاظ کان ٻين مقامي ٻولين تي ڇانئجي ويندي آهي، ۽ جنهن کي پڙهيل طبقو عام طرح سان استعمال ڪندو آهي، تنهن کي معياري زبان Standard dialect سڏبو آهي. روايت طور ۽ رسمي طرح تختگاهہ جي پڙهيل ماڻهن جي زبان کي معياري زبان جو نمائندو سڏيو ويجي ٿو. ٿورڙن ماڻهن جي ٻوليءَ کي ننڍي ٻولي سڏيو ويجي ٿو. سنڌي زبان ۾ وچولي واري سنڌي معياري زبان آهي، ۽ باقي ٻين سڀ ٻوليون، اترادي، لاڙي، ٿري، لاسي، ڪوهستاني ۽ ڪڇي وغيره مقامي ٻوليون آهن. (٢)

لسانيات جي نامور اسڪالر بلومفيلڊ لکيو آهي، تہ جديد لسانيات ٻوليءَ جي مقامي تفاوتن کي وڏي اهميت ڏني آهي. تحقيق مان ثابت ٿيو آهي تہ مقامي ننڍين ٻولين جا آواز ۽ صرفي نمونا زبان جي ڪنهن پراڻي دور سان لاڳاپيل هوندا آهن ۽ سندن سڀئا جا ڪيترائي روپ ٻين ٻولين جي روپن سان گڏ مس ٿيڻ سببان بدلجي چڪا هوندا آهن (٣).

هر ٻوليءَ ۾ علائقائي فرق ضرور موجود آهي. ان فرق جي بنياد تي ئي لهجن/محاورن جي حيثيت متعين ڪئي ويجي ٿي. پر جيڪڏهن فرق سٽاءَ ۽ ساخت جي لحاظ کان بنيادي آهي، تہ اها ٻولي ئي ٻي هوندي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو: ڪي ٻوليون اهڙيون آهن جيڪي مختلف ملڪن ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون. ڪي وري قبيلن ۽ گروهن جون ٻوليون آهن. جيڪا ٻولي مختلف ملڪن يا

هڪ ئي ملڪ جي مختلف علائقن ۾ ڳالهائي ويجي ٿي، ان علائقي جي لحاظ کان ٿورو گهڻو فرق ٿئي ٿو. ٻولي جي مختلف محاورن ۾ سٽاءَ ساخت جي لحاظ کان بنيادي فرق هوندو تہ اُها جدا ٻولي ليکي ويندي. ساڳي ٻولي جي جدا جدا علائقن جي مقامي لهجي کي انگريزيءَ ۾ Dialect چئبو آهي، جنهن کي اسان لهجا، محاورا يا اپڀاشائون چوندا آهيون (۴)".

ٻوليءَ ۽ محاوري يا لهجي ۾ ڪهڙو فرق آهي، ان سلسلي ۾ پوپٽي هيرانندانيءَ جا خيالات پيش ڪجن ٿا.

ٻولين جي جاچ پڙتال ڪندڙ ماڻهو چون ٿا تہ ٻوليءَ جا ٽي قسم آهن.

(۱) ڀاشا- اها ٻولي جنهن کي پڙهيل ماڻهن گهڙيو مڙهيو آهي، يعني Standard dialect

(۲) ويڀاشا- اُها ٻولي جا هڪ گهيري ۾ رهندڙ رواجي ماڻهو ڳالهائين ٿا يعني Dialect

(۳) ٻولي - اها ٻولي جا گهر جا ڀاتي گهرن ۾ ڳالهائين ٿا. گهر ۾ بنا ڪنهن سجاوٽ، ملاوٽ، يا بناوٽ جي ڳالهايون ٿا. ان ۾ رنگ يا ڏيکاءُ نہ آهي.Provincial dialect

ويڀاشا کي انگريزيءَ ۾ ڊائليڪٽ ۽ هندي ۾ اپڀاشا چئبو آهي. اهڙي ٻولي ڌرتيءَ جي هڪ وڏي گهيري ۾ ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۾ ڪم اچي ٿي. ڀاشا، ويڀاشا ئي آهي، پر اُها پڙهيل لکيل ماڻهن جي هٿ ۾ اچي تمام پڪي پختي ۽ پالش ٿيل بڻجي ٿي. پوءِ ويڀاشا ئون ان کي پنهنجي راڻي ڪري مڃين ٿيون.جدا جدا ويڀاشا ڳالهائيندڙ ان ئي ڀاشا ۾ پستڪ لکڻ، پتر لکڻ يا راشٽر جو ڪاروبار هلائڻ جو يتن ڪن ٿا. سنڌ ۾ حيدرآبادي سنڌي "ڀاشا" ئي ڪتب ايندي آهي. سنڌي ڀاشا جو ڪيتر سچوئي سنڌ پرڳٽو هو.شڪارپوري، سرائڪي، لاڙڪاڻائي، وغيره

ويڀاشائون آهن، جي جدا جدا ضلعن ۾ ڪتب ايندڙيون هيون. ويڀاشا جي حد جاگرافي مقرر ڪري ٿي، پر ڀاشا جي حد سپيتا. سنسڪرتي ۽ ڀاونائون مقرر ڪن ٿيون. مرهٽي ٻوليءَ ۾ پڻ ڪوڪني، رتنا گري، يا برابري ويڀاشائون آهن، پر انهن جي ڀاشا پوني واري ويڀاشا آهي. مرهٽي ڀاشا کي پنهنجو مقرر ٿيل نڌو ڪيتر آهي.

ويڀاشا ۽ ڀاشا جو ڀاڱ ۾ گهرو سٻنڌ آهي، ڇاڪاڻ تہ ويڀاشا کي اڳتي هلي ڀاشا جو پد ملي ٿو. هنديءَ ۾ برج ڀاشا، راجستاني، اوَڌي، بهاري وغيره روپ آهن. سيني کي هندي ئي ڪري پڪاربو آهي، پر اُهي راشتر ڀاشا هنديءَ کان ڪجهہ قدر ڦريل آهن. ويڀاشا کي ڀاشا جو پد هيٺين سببن ڪري ملندو آهي.

١ -راج دربار طرفان فرمان جاري ڪري ڪنهن ويڀاشا کي ڀاشا مقرر ڪيو وڃي، يا راڄڌانيءَ جي ويڀاشا ۾ راج ڪاروبار هلائڻ ڪري اُها ڀاشا بڻجي وڃي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن خاص ويڀاشا ۾ ڳالهائڻ وڏماڻهپي ليکي ويندي آهي. رفتہ رفتہ اها ڀاشا بڻجي ويندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن چاپلوسي ڪندي يا پنهنجو مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ ڪي عملدار راجا کي پسند ايندڙ ٻولي ڪتب آڻيندا آهن، جيئن مغلن جي راڄ ۾ يا ميرن جي صاحبي ۾ ماڻهو فارسي ڪتب آڻيندا هئا. ڪڏهن وري جيتيندڙ جي دٻ وچان ماڻهو ان دواران قائم ڪيل ٻوليءَ کي تسليم ڪندا آهن.

٢ -ڪنهن ويڀاشا ۾ گهڻا پستڪ رچيا ويندا آهن. يا ڪو اهڙو پستڪ لکيو ويندو آهي جو لوڪ پريہ ٿي ويندو آهي تہ اُها ويڀاشا، ڀاشا جو پد ماڻيندي آهي. جيئن ڪجهہ وقت اڳ ۾ سورداس جي پستڪن ڪري برج ڀاشا ڪنهن وقت ڀاشا سڏجڻ ۾ ايندي هئي.

٣ -جنهن ٻوليءَ جا ماڻهو ٻين متان ڏاڪو ڄمائين، انهن جي ٻولي اڳتي هلي ڀاشا بنجي ويندي آهي. سنڌ ۾ حيدرآبادين مان ڪي ميرن جا

ديوان ٻٽيا هئا، جنهن ڪري انهن جي عقل کي ميڃي انهن جي ٻوليءَ
کي ڀاشا ڪري ميڃيو ويو.

٤ -اڳين زماني ۾ ڪي ڌرم جا وڏا ڪنهن ٻوليءَ کي زور وٺرائيندا هئا.
روم جي پادرين اٽالين ٻوليءَ کي ڏاڍو زور وٺايو، جنهن ڪري آها
ڀاشا ٻڻجي پئي.

مطلب اهوئي آهي تہ ڀاشا هڪ قسم جي پرماٽڪ ٻولي Standard language آهي، جنهن کي ساڳي علائقي ۾ يا قوم جا ماڻهو ساهتڪ ٻولي سمجهن، ان ۾ لکڻ پڙهڻ ۽ راڄ ڪاروبار جو ڪم هلائين ٿا (٥).

# آنرادي ٻوليءَ جون حدون

سنڌي زبان جي لهجن تي جاگرافيائي حد بندين جي لحاظ کان نالا رکيل آهن. اهو لهجو جيڪو اتر سنڌ يعني سري واريءَ ايراضيءَ ۾ ڳالهائبو آهي، تنهن کي سرائڪي لهجو سڏيو ويو ۽ اهو لهجو جيڪو لاڙ ۾ مروج آهي، تنهن تي لاڙي لهجو نالو رکيو ويو (٦). ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي لکي ٿو.

سِر معنيٰ مٿو ۽ سرو معنيٰ مٿ يا مٿيون ڀاڱو. سنڌ جو اتر وارو پاسو، سنڌ توڙي سنڌونديءَ جي وهڪ جو مٿيون ڀاڱو آهي. انهن ٻنهي سببن ڪري اهو سرو سڏجي ٿو. ٻوليءَ جي مطلب لاءِ ٿلهي ليکي چئبو تہ خيرپور رياست کان وٺي ويندي اباوڙي تعلقي جي چيڙي تائين ۽ سيوهڻ دادو کان وٺي سڄو لاڙڪاڻو ضلعو توڙي شهداد ڪوٽ ۽ جيڪب آباد وارو پاسو ڪشمور تعلقي جي چيڙي تائين "سرو" آهي ۽ اتي جي ٻولي "سريلي" سڏجي ٿي (٧)

موجوده تحريري محاوري Standard dialect کي جن سياسي مجبورين ۽ اتفاقي حالتن جنم ڏنو، تن جو ذڪر هن ريت ڪري سگهجي ٿو ته اقتدار جي واڳ جڏهن ٽالپور اميرن جي هٿن مان کسجي وئي ۽ سنڌ ۾ برطانوي راڄ قائم ٿي ويو، تڏهن حيدرآباد ۽ گردنواح کي سياسي طور مرڪزي حيثيت حاصل ٿي ۽ سنه ١٨٥٣ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ درسي ڪتابن جي ضرورت محسوس ڪئي، تڏهن اهو ڪم حيدرآباد جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن جي سپرد، ڪيو ويو. هاڻي سوال آهي ته ان زماني ۾ جيڪڏهن انگريزن جي سياسي قوت جو مرڪز خيرپور يا سکر هجي ها، ته ڇا پوءِ حيدرآباد جي عالمن کان درسي ڪتاب لکرائجن ها! ظاهر آهي ته اهو ڪم پوءِ خيرپور يا سکر جي دانشورن کان ئي ورتو وڃي ها! ۽ لامحالہ اُترادي محاورو ئي معياري درجو ماڻي ها! (٨).

لسانيات جي ڪن ماهرن اُترادي محاوري کي سريلي ٻولي سڏيو آهي، جو ته اها ٻولي سنڌ جي ان طبعي ڀاڱي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، جنهن کي "سرو" ڪوٺجي ٿو. اها ڳالهہ ڪنهن حد تائين ڪٿي تسليم ڪجي، پر سري جي حدن کي اُترادي محاوري جون سرحدون سمجهڻ ڪنهن به حالت ۾ درست نه آهي، ڪنهن به خطي جي "طبعي جاگرافي" ۽ "لساني جاگرافي" ۾ صد في صد مطابقت اتفاقي ته ٿي سگهي ٿي پر عمومي طور تي ائين نه آهي(٩).

شيخ محمد فاضل پنهنجي ڪتاب "ماتيلي ۽ اباوڙي جي ٻولي" ۾ ڀيرومل جو حوالو ڏيندي لکي ٿو:-

ڀيرومل آڏواڻي "سري" جي ٻولي جون حدون ٻڌائيندي چوي ٿو ته ٻولي ء جي مطلب لاءِ ٿلهي ليکي چئبو ته خيرپور رياست ......... پر اُترادي محاوري جي جاگرافي جي گهري مطالعي کان پوءِ ڀيرومل جي راءِ کي رڳو ٿلهي ليکي ئي قبول ڪري سگهبو، جو ته خيرپور ضلعي جي

اوير واري وسيع ايراضي توڙي روهڙي، ميرپور ماٿيلي ۽ اٻاوڙي تعلقن جي اڀرندي طرف واري پٽيءَ ۾ سنڌيءَ جو سنئون سڌو ٿري محاورو ڳالهايو ويو ٿو. ٻئي طرف جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي اولهندي پاسي بلوچستان جي شورڻ ۽ سبيءَ واري علائقي ۾ به اترادي محاورو رائج آهي. اٻاوڙي تعلقي جي اتر ۾ وري ماڇڪي جي ٻوليءَ جو گهڻو اثر آهي، اتان جي ٻوليءَ کي "سرائڪي سنڌي" ته سڏي سگهبو، پر ان کي اترادي ٻولي يا سريلي ٻوليءَ ۾ شمار ڪري نه سگهبو (١٠)

ڀيرو مل جي لکڻ موجب سيوهڻ ۽ دادو سريلي ٻولين ۾ شامل آهن، پر پاڻ ئي اڳتي هلي دادو تعلقي کي وچولي ٻوليءَ ۾ شمار ڪري ٿو، سندس چوڻ آهي ته سري ۽ لاڙ جي وچ وارو ڀاڱو وچولو سڏجي ٿو جنهن جون حدون ڪنڊياري ۽ دادو تعلقن جي اتر واري ڀاڱي کان وٺي هيٺ ڪوٽڙيءَ تائين آهن. اهو سنڌ جو وچولو يعني وچ وارو ڀاڱو آهي، ۽ اُتي جي ٻولي "وچولي" ڪوٺجي ٿي. حقيقت ۾ ٻوليءَ جي محاورن جون سرحدون متعين ڪرڻ انتهائي مشڪل ڪم آهي. جيستائين ٻوليءَ جي سيني محاورن جو تفصيلي مطالعو نه ڪبو، تيستائين ڪنهن هڪ محاوري جي پکيڙ ۽ ايراضي متعلق وثوق سان ڪجهه چئي نه سگهبو. بس ايئن ڪٿي چئجي ته "اُترادي محاورو" لاڙڪاڻي، شڪارپور، جيڪب آباد، سکر ۽ خيرپور ضلعن تي پکڙيل آهي. البته اُهي ايراضيون جي بلوچستان پنجاب ۽ هندستان سان بلڪل متصل آهن، تن ۾ سنڌن قريبي علائقي وارين ٻولين جو اثر آهي، جنهنڪري اُتي ڳالهايل ٻولين کي نج اترادي محاورو سڏي نه سگهبو (١١).

سنڌي ٻوليءَ جي لهجن تي سڀ کان پهريائين ارنيسٽ ٽرمپ پنهنجي گرامر ۾ روشني وڌي آهي. هو صاحب لکي ٿو:

سنڌي جيڪا سنڌ جي حدن اندر ڳالهائي ويندي آهي، تنهن جا ٽي مکيہ لهجا آهن. گرامر جي لحاظ کان ٽنهي ۾ بنهہ ٿورو فرق آهي، پر

اُچارڻ ۾ ڪافي فرق اٿن. زيرين سنڌ جو علائقو ۽ ساموندي ڪنارو ۽ ڊيلٽا وارو علائقو آهي، اُتي جي لهجي کي ”لاڙي“ چيو ويجي ٿو. ”لاڙ“ لفظ اسم خاص نـہ آهي. لاڙ يعني لنهواري زمين. ”سرو“ لفظ پڻ ساڳي ريت ملڪ جي مٿاهين علائقي کي سڏجي ٿو. حيدرآباد جي اتر واري علائقي يعني اپر سنڌ جي لهجي کي سرائڪي يعني سري وارو چئجي ٿو. سنڌ جي ”ٿر“ يعني بيابان واري علائقي ۾ ” ٿاريلي“ لهجو رائج آهي، اهو نج محاورو نـہ آهي. سُرن جي گهٽتائي بـہ اٿس تـہ وينجن بـہ تبديل ٿيل آهن. اُترادي لهجي (سري واري)اصليت بر قرار رکي آهيَ ۽ اُچار پڻ نج ۽ نبار اٿس. اهڙي برتريءَ سبب اترادي ماڻهن لاڙين لاءِ هيءُ محاورو گهڙيو آهي؛ لاڙ جو پڙهيو سو سري جو ڊڳو (١٢)

جارج ابراهم گريئرسن سنڌي ٻوليءَ تي نهايت اهم ڪم ڪيو آهي، جيڪو لنگوسٽڪ سروي آف انڊيا جي جلد اٺين جي پهرين حصي ۾ شامل آهي. ٽرمپ جي مٿين راءِ کيس معلوم هئي، ان جي باوجود بـہ گريئرسن اُتراديَ لهجي کي بطور هڪ لهجو تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نـہ آهي. سندس راءِ ۾؛ سنڌي ٻوليءَ جا ڇهہ ڇاتل سڃاتل لهجا آهن: وچولي، سرائڪي، لاسي، لاڙي، ٿريلي ۽ ڪڇي. پهريون يعني وچولو سنڌ جي وچين علائقي ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. هي معياري لهجو آهي، ۽ ادب تحرير ڪرڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. سرائڪي وچولي لهجي جو ئي هڪ نمونو آهي ۽ حقيقي طور لهجو نہ آهي. صرف اچارن جو ٿورو فرق آهي، جيڪي سرائڪي ۾ تمام چٽائي سان اچاريا وڃن ٿا ۽ لفظي ذخيره ۾ پڻ ٿورو ئي فرق آهي. سنڌ ۾ ”سرو“ لفظ جي معنيٰ آهي ”مٿو“ ۽ سرائڪي معنيٰ مٿاهون، لاڙ يا لوئر سنڌ جي اتران وارو علائقو. سنڌين پاران سرائڪي (اُترادي) لهجو ٻوليءَ جو نج نبار نمونو تصور ڪيو وڃي ٿو.

ياد رکڻ گهرجي تہ ”سرو“ نالو يعني مٿاهون ملڪ، هڪ نسبتي اصطلاح آهي، جيڪو مقامي طور مختلف معنائون رکي ٿو. جيئن

ئي سنڌو نديءَ جي هيٺاهين طرف وهبو، اوترو ئي "سرو" علائقو وڌو هوندو يعني تہ اهڙيءَ لاڙ وارن لاءِ سرو يعني وچولي سنڌ ۽ اتر سنڌ جا سمورا علائقا ان ۾ اچي ٿا وڃن(١٣) اڳتي هلي گريئرسن لکي ٿو:

ٽرمپ پنهنجي گرامر ۾ بيان ڪيو آهي تہ اپر سنڌ ۾ هڪ نمايان لهجو، سرائڪي، ڳالهايو ويندو آهي، پر مون ڪي مليل نمونن مان اهو ثابت ڪونہ ٿو ٿئي. مثلاً حوالي طور خيرپور مان مليل نمونو پيش ڪريان ٿو. خيرپور جيڪا جاگرافيائي طورسريءَ جي وچ ۾ آهي، آتان جي ٻولي حيدرآباد جي معياريءَ کان ڪنهن طرح بہ مختلف ڪونہ آهي. شڪارپور ۽ اپر سنڌ فرنٽيئر (جيڪب آباد) مان مليل نمونن جي پڻ ساڳي حالت آهي. سنڌي ٻولي جي هڪ روپ جو نالو "سرائڪي" ضرور آهي، پر اهو سنڌي ٻوليءَ جو ڪوبہ لهجو نہ آهي. اهو لهندا ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي، جيڪو سموري سنڌ ۾ پڻ رائج آهي ۽ خصوصي طرح اپر سنڌ ۾ جت قوم جا ماڻهو ۽ ٻيا بلوچ جهڙوڪ رند، لغاري ۽ عباسي وغيره ڳالهائيندا آهن(١٤)".

گريئرسن جي خيال ۾، اپر سنڌ جي سنڌيءَ ۾ تمام ٿوريون خصوصيتون آهن. اهڙو ڪوبہ بنياد ڪونهي جو ان کي خود مختيار لهجو قرار ڏئي سگهجي. در اصل اهي خصوصيتون بلڪل ئي غير اهم آهن، جن جو تعلق اُچارن ۽ لفظن جي استعمال سان آهي، جيڪي ٻين هنڌن تي رائج آهن. اهڙيون خصوصيتون مليل نمونن ۾ اڻ لکيون ڏنيون ويون آهن(١٥)" حالانڪ گريئرسن شروع ۾ لکي آيو آهي تہ:-

سنڌ ۾ "سِرُ" معنيٰ مٿو، جنهن مان لفظ نڪتو آهي "سرو" يا سنڌ جو مٿيون علائقو. سمجهو تہ نارٿ فرنٽيئر (جيڪب آباد) کان ٢٧ ڊگري هيٺ تائين، لاڙڪاڻي ۽ سيوهڻ جي وچ تائين جو علائقو اچي وڃي ٿو. وري ان مان "سرائڪي" صفت نهي، جنهن جي معنيٰ آهي اُها ٻولي، جنهن جو تعلق سري سان يا اپر سنڌ سان هجي(١٦).

گريئرسن هڪ نمونو خيرپور رياست جو ڏنو آهي، ان لاءِ چوي ٿو، لوڪ ڪهاڻي تي مشتمل هڪ نمونو خيرپور جو ڏجي ٿو، تنهن جي ٻولي سنڌي ٻوليءَ جي گرامر موجب آهي. صرف هيٺيون بيقاعدگيون ڏٺيون ويون:

"چيو" لفظ ٻين هنڌن "چَيو" لکيو ويندو آهي، پر هت چِيو لکيو ويو آهي، ضميري پڇاڙي "آن" "اين" بہ "آن" ۽ "اِن" ڪري لکيو ويو آهي. فعل "ٻڌڻ" مان "ٻڌائڻ" لفظ قاعده موجب ڪونہ آهي. "ٻڌائڻِ" بجاءِ، ٻڌائڻُ لکيو ويو آهي (١٧).

گريئرسن اُترادي کي مڪمل لهجو نہ ٿو سمجهي، انَ لاءِ هي دليل ڏنا اٿس:-

جيستائين سرائڪي سنڌي (اترادي) جو تعلق آهي تہ ان جي ڳوڙهي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو وچولي کان صرف چٽائي وارن اُچارن جي ڪري ۽ چند لفظن ۾ فرق هئڻ جي ڪري مختلف آهي، تنهڪري ان کي ڌار مڪمل لهجي Dialect جي قابل نہ ٿو سمجهجي، ان لاءِ مون سنڌي سرائڪي (اُترادي) کي وچولي لهجي جو ئي هڪ نمونو ڪري پيش ڪيو آهي(١٨).

گريئرسن جي خيرپور رياست مان مليل سنڌي ٻوليءَ جي نموني کي غور سان پڙهڻ بعد معلوم ٿيندو تہ، هيءَ لکت سنڌيءَ جي معياري لهجي جي آهي، ۽ نہ خيرپور جي. هن نموني کي ڪتاب جي آخر ۾ ضميمي طور ڏجي ٿو. هن ۾ هي جملا لکيل آهن:

١ - آءَ بندو بست ڪريان ٿو.

٢ -مون کي ڪم تمام گهڻو ٿيو آهي، ۽ آءَ هڪڙو پورو ڪري نٿو سگهان.

٣ -بادشاه جي حڪم موجب توکي نائب قاضي مقرر ڪريان ٿو.

۴ -بادشاه جو ارادو آهي ته توکي وڏو عهدو ڏئي.
۵ -توکي چڱي نوڪري ملندي ۽ آءِ قاضي پيو مقرر ڪندس.

متئين جملن ۾ آءِ، ڪريان، ۽ ڏئي، خيرپور رياست ۾ ڪتي به ڪم نه ايندا آهن. خيرپور ۽ متئين سموري سنڌ ۾ "آءُ" جي جاءِ تي "مان" ۽ "ڪريان" جي جاءِ تي "ڪيان" لفظ ڪم ايندا آهن. "ڏئي" لفظ پڻ لاڙي ۽ وچوليءَ جو لفظ آهي، اتر ۾ "ڏي" لفظ ڪم ايندوآهي. افسوس ته گريئرسن صاحب کي سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، ۽ لاڙڪاڻي مان ڪوبه اُترادي لهجي جو نمونو نه ملي سگهيو. حالانڪ اُترادي لهجو پنهنجي حدود اربع جي ڪري هڪ وڏي وسيع علائقي ۾ سالها سال ڪان رائج آهي. اتر جي عظيم شاعر حضرت سچل سائين جي ڪلام مان ئي پڌري پٽ آهي ته اُترادي لهجو پنهنجون خاص خصوصيتون رکي ٿو. اهڙين خصوصيتن جي بناءَ تي چئي سگهجي ٿو ته اُترادي انفرادي ۽ مڪمل طور تي هڪ لهجو / محاورو/ Dialect آهي، جنهن کي پنهنجا ننڍا محاورا پڻ آهن، جهڙوڪ: شڪارپوري، ماڇيلي اپاؤڙي جي ٻولي، سڀيءَ جا محاورا (هنن ننڍن محاورن جو تفصيلي اييباس سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري پاران ڇپايل ڪتابن ۾ موجود آهي) لاڙڪاڻائي، ساڪرو، روهڙائي وغيره. هن ڏس ۾ سنڌ جي هڪ ڏاهي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ پاران ڏنل زرين خيالات پيش ڪجن ٿا:

ڏسجي ٿو ته سنڌ جي لاڙ ۽ سري جي ٻولين ۾ وڏو فرق آهي. ايتري قدر جو صدها، بلڪ هزارها لفظ لاڙ واري حصي جا اهڙا آهن، جي سري جا ماڻهو بنهه سمجهي ڪين سگهندا آهن. اهڙي طرح سري جي ٻوليءَ ۾ به ڪيئي اهڙا الفاظ آهن، جي لاڙ جا ماڻهو مشڪل سمجهندا آهن. انهيءَ کان سواءِ ٿر ۽ ڊٽ جي ٻولي وچان ئي نرالي آهي. شاه ڀٽائي جو ڪلام ڏسجي ٿو ته سيڪنهن قسم جي سنڌي ڪم آندل آهي، پر

لاڙ جي سنڌي ڪجهه مڙئي سرس ورتايل آهي. جيتوڻيڪ لاڙ ۽ سري جي ٻوليءَ جا خاص خاص لفظ ڏاڍا وٽندڙ ۽ پيارا آهن، پر اُهي پنهنجي حد ۾ ئي ڪم اچن ٿا. لاڙ جا سري ۾ ۽ سري جا لاڙ ۾ ڪم نہ ٿا اچن، ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾. سنڌ جي انهن ٻنهي هنڌن کان سواءِ ٽيون هنڌ آهي "سنڌ جو وچولو". سنڌ جي وچولي ٻولي وڏيڪ وزنائتي ۽ زياده وسيع آهي. وچولي جي ٻولي، لاڙ ۽ سري جي ٻولين مان سڌريل صورت ۾ بنيل آهي. وچولي ٻولي لاڙ ۽ سري ۾ بہ آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿي، ۽ اهائي علمي ۽ ادبي ٻولي سمجهي وڃي ٿي. اڪثر ڪتاب ۽ اخبارون انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکيون وڃن ٿيون. تعليمي ڪتاب تہ خاص طرح وچولي ٻوليءَ ۾ لکيا ويا آهن ۽ لکيا وڃن ٿا. وچولي سنڌ جون حدون طول (ڊيگهہ)۾ گهٽو ڪري لاڙڪاڻو ۽ ان جي آس پاس کان وٺي حيدرآباد ۽ ان جي ويجهو پسگردائيءَ تائين آهن. عرض (موڪر) ۾ درياءَ جو اولهہ پاسو جبل کان سواءِ ۽ درياءَ جي اوڀارين پاسي ساهتي پرڳڻو سڄو. انهن حدن کان سواءِ اتر پاسو، ٻوليءَ جي ڪري "سرو" چئبو ۽ ڏکڻ پاسو لاڙ (١٩).

اترادي‌ءَ لهجي جي اپياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ لهجو لغت جي اعتبار کان وڏيڪ شاهوڪار ۽ گرامر جي قاعدن قانونن جي بيمثال پختگيءَ جو حامل آهي. هن لهجي ۾ سنڌي ٻولي جي ٻين لهجن جي ڀيٽ ۾ نهايت قيمتي مواد موجود آهي، جنهن جي آڌار تي سنڌي ٻوليءَ جي ارتقائي تاريخ معلوم ڪرڻ جا گهڻائي موقعا ميسر ٿي سهگن ٿا (٢٠).

اُترادي محاورو سنڌ جي اترين علائقي خاص ڪري خيرپور سکر، شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ ملي ٿو. اُترادي محاوري تي سرائڪي، براهوي ۽ بلوچي زبانن جو اثر نظر اچي ٿو ڇو تہ اهي ٻوليون ڳالهائڻ وارا ماڻهو هن علائقي ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا ۽ صدين کان اتي ئي رهائش پذير آهن. هن محاوري تي اُترادي نالو بہ علائقي جي نسبت سان پيل آهي(٢١).

. أترادي لهجو پنهنجن چٽن ۾ واضح آوازن ڪري پنهنجي انفراديت قائم ڪري چڪو آهي. ساڳئي وقت ٻوليءَ جي ميٺاج ڪري پڻ هيءَ لهجو نهايت وڻندڙ ۽ دلڪش آهي. أتراديءَ جو ننڍو محاورو "شڪارپوري" تہ خاص طور پنهنجي مخصوص لانڊ ۽ ترنم سان ادائگي وارن اچارن جي ڪري گهڻو مشهور آهي. پوپٽي هيرانندائي ننڍي ڪنڊ جي مشهور ماهر لسانيات سُنيتي ڪمار چٽرجي جي حوالي سان لکي ٿي:

In the oldest form of Indo- Aryan perserved in the Rig and other vedas and in Brahmans pitch or musical accent was pre- dominant " (S.K. Chatter jee, Origin and Development of Bengali) اهو چوڻ سنڌ جي شڪارپوري ٻوليءَ سان لڳائي ڏسو جتي ماتا پنهنجي لال کي چوندي آهي "پٽڙا ! اچ تہ تول ڪاراياڻءِ نـي ي. "اتر سنڌ جي ٻولين ۾ لفظن جو اُچار ائين سُر سان ڪيو ويندو هو (٢٢)"

شڪارپور جي ٻوليءَ لاءِ پيرو مل لکي ٿو:

ٻولي تہ شڪارپور جي، جهڙي آهي سپڪ ۽ سوادي تهڙي آهي مٺي ۽ رسيلي. واه جو منجهس ميٺاج آهي! انهيءَ ٻوليءَ سان سنڌ جي ٻئي ڪهڙي بہ هنڌ جي ٻولي ميٺاج ۾ مٽ پڄي ڪين سگهندي. ٻين هنڌن جي ٻوليءَ کان شڪارپور جي ٻولي جنهن سبب ڪري رس چس ۾سرس آهي، سو سبب مثال ڏئي سمجهائي ٿو. شڪارپوري چون " پائڙا هتڙي ويهہ". هتي "ويهہ" جي پڇاڙيءَ ۾ "ٗ" يعني "اٗ" جو اچار آهي. شڪارپوري انهيءَ تي زور ڏئي ان جو اچار اهڙي طرح ڏکهو ڪن ٿا، جو چٽڪ اُچار آهي "ويہہ "اٗ" ائين اچار کي برابر ڏکهو ڪن ٿا ......... هڪ مثال ٻيو ڏجي ٿو: ٻين هنڌن چون "اٿ نہ" "هل نہ" پر شڪارپوري چون: "اٿ نيِ- هل نيِ" هت ٻنهي پڌرو آهي تہ "نہ" جي ننڍڙي اچار کي وڌائي "ني" ڪن ٿا، جنهنڪري اهو اچار بلڪل چٽو ٿيو پوي. پر ساڳئي وقت سر سان اچارين ٿا، تنهنڪري سندن ڳالهائڻ مٺو پيو لڳي(٢٣).

اُترادي لهجي جي تفصيل سان لساني ڇنڊ ڇاڻ ڪانه ڪئي وئي آهي. مختلف عالمن پنهنجن ڪتابن ۾ هن لهجي تي راءِ زني ڪئي آهي. نه صرف اُترادي لهجي، پر سنڌي ٻولي جي ٻين لهجن جي باري ۾ پڻ ڏار ڏار لسانياتي جاگرافيءَ جي اصولن تحت ڪو باقاعده پروجيڪٽ تيار ڪري نقشن ۽ چارٽن سميت ڪوبه وڏو ڪم ڪونه ڪيو ويو آهي. جنهن جي اڄ جي دور ۾ تمام گهڻي اهميت ۽ ضرورت آهي. نامور ماهر لسانيات ڊاڪٽر ڄيٺمل خوب چنداڻي لکي ٿو:

Sindhi linguistics is still in its infancy as far as dialect study is concerned ..... No serious study has been made of any dialect of Sindhi,except Kachhi. Theoritical problems of dialectology have not yet attracted the attention of Sindhi scholars (24)

اُترادي لهجو، سنڌي ٻوليءَ جو اهم لهجو آهي جيڪو اپر سنڌ جي هڪ وسيع علائقي ۾ ڳالهايو ويو وڃي، جنهن جا اثرات سنڌ کان ٻاهر پنجاب جي ماڇڪي علائقي ۽ بلوچستان جي سبي ۽ ڪيتراڻ جي علائقن تائين ڦهليل آهن. هيءُ لهجو سنڌي ٻوليءَ جي معياري لهجي جي تمام قريب آهي ۽ ايڏي هڪجهڙائي رکي ٿو، جو گريئرسن هن لهجي کي معياري لهجي جو ئي هڪ روپ سمجهي ٿو.

اُترادي لهجي کي سنڌ مان لڏي ويل سنڌي ڳالهائيندڙ هندو ڀارت ۾ به پنهنجي لهجي جي ميناج کي برقرار رکيو ويٺا آهن. جتي جتي به هو وسيل آهن، اُتي اُتي هو پنهجي لهجي، شڪارپوري، لاڙڪاڻائي، جيڪب آبادي وغيره جي حوالي سان سڃاتا وڃن ٿا. بمبئي جي هڪ شڪارپوري دڪاندار پنهنجي دڪان جي ٻاهران لکرائي ڇڏيو آهي:

"ڀڳلان ڀينان مانڪان ٺهرائيندا"(٢٥)

هن سٽ ۾ شڪارپور جي مٺڙي ٻوليءَ جو سواد اچي رهيو آهي هم قافيه لفظن ڀڳلان، ڀينان، مانڪان جو ترنم ڪنن ۾ منو منو رس اوتي رهيو آهي.

ادبي لحاظ کان بہ اُترادي لهجو تمام گهڻو اهم آهي. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جا سرِ موڙ شاعر، قاضي قادن، حضرت سچل سرمست، خوش خيرمحمد فقير، قادر بخش بيدل، فقير محمد محسن بيڪس، روحل فقير ۽ ٻين جي ڪلام ۾ اُترادي لهجي جون خصوصيتون نمايان نظر اينديون. اترادي لهجي جو قديم ترين نمونو قاضي قاذن جي ڪلام ڪي سمجهي سگهجي ٿو. قاضي قادن (جنم ١٤٦٣ع ۽ وفات ١٥٥١ع) جي ڪلام جي ٻولي اُترادي آهي ۽ سرائڪي /ملتاني ۽ پنجابيءَ کان متاثر آهي. سرائڪي اثر ٻوليءَ جي وياڪرڻ واري روپ يا جوڙجڪ تي ڇانيل آهي. ٻوليءَ جي شبداولي (Vocabulary) ان کان گهڻو متاثر نہ ٿي آهي. قاضي قادن بکر جو رهندڙ هو، جو اتر سنڌ ۾ آهي. اُهو علائقو جاگرافيائي طرح ملتان ڪي ڪافي ويجهو آهي. سنڌ ۽ ملتان جا صدين کان پاڻ ۾ سياسي، روحاني ۽ سيپيتڪ لاڳاپا رهيا آهن. ۽ ملتان صوفين جو ڳڙهہ بہ رهيو آهي. ان ڪري قاضي قادن جي سنڌي ٻوليءَ تي اهو اثر سياويڪ آهي. وچ سنڌ ۽ هيٺين سنڌ ۾ اسمن جا عدد جمع ٺاهڻ وقت "ئو" پڇاڙي لڳائي ويندي آهي، پر مٿين سنڌ ۾ عدد جمع ٺاهڻ لاءِ لفظ جي پٺيان "آن" وجهن، جيئن دانهن جو دانهان، ڇپ جو ڇپان. قاضي قادن جي ٻولي مٿين سنڌ جي آهي، ڇو تہ سندس ضمير پڻ ڏيکارين ٿا تہ سندس ٻولي اُترادي آهي، جيئن تہ:-

عيد ڪريندو ڪير، ماڪي (مونکي) سڄڻ گڏيو. سندس بيتن ۾ صفتون ۽ گرامر جا ٻيا روپ پڻ اهو ظاهر ڪن ٿا، تہ سندس ٻولي مٿين سنڌ (سري، يعني اُترادي) جي سنڌي آهي(٢٦)

ڪلاسيڪي شاعرن کان علاوه موجوده دور جا شاعر، شيخ اياز، تنوير عباسي، فتاح ملڪ، نواز علي شوق، نياز همايوني، اياز گل، ادل سومرو، مهرخادم، سرڪش سنڌي، مقصود گل، سوز بلوچ، اختر درگاهي ۽ ٻيا سون جي تعداد ۾ شاعر شاعري ڪري رهياآهن. هن سموري ادبي ذخيره ۾ اُترادي لهجي جي اهڙي سگهنڌ ۽ سرهاڻ موجود آهي، جيڪا پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي من ۾ هڪ پرمسرت ڪيفيت پيدا ڪري ٿي.

# حوالا


١ -علي نواز جتوئي. علم لسان ۽ سنڌي زبان ١٩٦٨ع. ص١٧٨

٢ -علي نواز جتوئي. علم لسان ۽ سنڌي زبان ١٩٦٨ع.ص ١٥٤ -١٥٥

3 - Bloomfield, L. Language. P- 302

٤ -ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي. شڪارپور جي ٻولي١٩٩٣ع.ص ١٧

٥ - پوپٽي هيرا نندائي. ڀاشا شاستر ١٩٦٤ع.ص ٤١ -٤٥

٦ -ڊاڪٽر غلام علي الانا. سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي ١٩٧٩ع.
ص. ١٩٨

٧ -ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٦ع، ص ٩٦

٨ -شيخ محمد فاضل. ماٿيلي ۽ اباوڙي جي ٻولي ١٩٩٢ع، ص ١٤ -١٥

٩ - شيخ محمد فاضل- ساڳيو ڪتاب ص ١١

١٠ - شيخ محمد فاضل ساڳيو ڪتاب،ص ١٢

١١ - شيخ محمد فاضل ساڳيو ڪتاب ص ١٣

12 - Earnst Trumpp. Grammar of Sindhi language1872 P-ii

13 - G.A Grierson. Linguistic Survey of India1919.Vol.VIII Part I. P.139.

14 - Ibid. P- 140

15 - Ibid. P- 140

16 - Ibid. P- 140

17 - Ibid. P- 131

18 - Ibid. vol. I, P- 9

١٩ -حڪيم فتح محمد سيوهاڻي. آفتاب ادب ١٩٥٦ع، ص ١١٥

٢٠ -شيخ محمد فاضل. ماٺيلي اڀاوڙي جي ٻولي. ١٩٩٢ع، ص ١٥

٢١ -ڊاڪٽر داد محمد بروهي. سبيءَ جي ٻولي ١٩٩٢ع، ص ١

٢٢ -پوپٽي هيرا ننداڻي. ڀاشا شاستر. ١٩٤١ع، ص ٢٢٩

٢٣ -ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٤ع، ص ٩٩

24- Lachhman, Khubchandani.Current trends in Linguistics- Sindhi. P.209

٢٥ -عمر قاضي. ديسين وٽ، پرديس ۾. ١٩٨٤ع، ص ٩٤

٢٦ -هيرو ٺڪر. قاضي قادن جو ڪلام ١٩٧٨ع، ص ٨٢

# باب ٻيو

# اُترادي لهجي جي صوتياتي ڇنڊ ڇاڻ

صوتيات، ڳالهائڻ جي آوازن جو علم آهي. آوازن جي خصوصيتن جي جانچ پرک ڪرڻ ۽ آوازن جي گروه بندي ڪرڻ صوتيات جي مکيه مقصدن ۾ شامل آهي. هر ٻوليءَ کي پنهنجو پنهنجو صوتياتي سرشتو آهي. ٻولين جي لهجن ۽ محاورن جو صوتياتي سرشتو ۽ معياري ٻوليءَ جو صوتياتي سرشتو ساڳيو هوندو آهي، سواءِ ڪن جزوي فرقن جي. هن باب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي صوتياتي سرشتي ۽ اترادي لهجي جي صوتياتي سرشتي سان ڀيٽ ڪندي اُترادي لهجي جي صوتياتي خصوصيتن کي نروار ڪيو ويندو.

سنڌي ٻوليءَ جي معياري لهجي ۽ اُترادي لهجي جي صوتياتي سرشتي ۾ ڪوبه فرق ڪونه آهي، سواءِ هيٺ ڄاڻايل عيوضي آوازن Allophones جي: ٿـر، ڊر، ڍر ۽ ٺر،

هنن آوازن کي علي نواز جتوئي صاحب "بندشي لرزيدار" آواز ڪري لکيو آهي. عيوضي آواز يعني Allophones، ڪنهن به هڪ صوتئي جا هڪ کان وڌيڪ آواز هجن، ته سڀ ان صوتئي جا عيوضي

آواز ڪري سمجهيا ويندا. پهريائين اچو ته ڏسون ته ”صوتيو، ڇا آهي.
جيتوڻيڪ ٻڌڻ جي لحاظ کان ٻولين جي آوازن جو تعداد محدود آهي، پر
باريڪين جي لحاظ کان هر آواز جا ڪيئي قسم آهن. مثلاً ڪِنو ۽ ڪُنو
۾ ڪ جو آواز هوبهو ساڳيو ناهي. ڪِنو ۾ (ڪ) آواز نرم تارونءَ جي
اڳياڙيءَ کان ظاهر ٿئي ٿو. ۽ ڪُنو ۾ (ڪ) آواز نرم تارون جي پڇاڙيءَ
کان ظاهر ٿئي ٿو. وري مرد ماڻهو جو (ڪ) آواز اهڙو ناهي جهڙو زال
ماڻهو يا ٻار جو (ڪ) آواز. جيڪڏهن اهڙن باريڪ تفاوتن ڪي ڌيان ۾
رکبو ته پوءِ ڏسبو ته هر ٻوليءَ جي آوازن جو تعداد سوَ کان مٿي
چڙهندو ويندو. ٻوليءَ جي عملي ڪارروائي ۾ آوازن جي اهڙن تفاوتن
ڪي ڪابه اهميت ڪانه آهي، ڇوته مردن، زالن ۽ ٻارن جي اچاريل
”ڪِنو“ ۾ ڪوبه معنوي فرق ڪونه آهي. مگر اُهي آواز جيڪي معنوي
تبديلي پيدا ڪَن ٿا، تن کي ”صوتيه“ Phoneme سڏجي ٿو. مٿين ٻن
لفظن / ڪِنو/ ۽ ڪُنو/ ۾ معنوي فرق آهي. /ڪُنو/ ۾ اڳئين ڇوٽي سوڙهي
سُر بجاءِ پويون ڇوٽو سوڙهو سُر آهي ۽ باقي آواز ساڳيا آهن. انهيءَ
هڪڙي آواز جي تبديليءَ سببان لفظ جي معني ۾ ڦير اچي وڃي ٿو.
تنهنڪري سنڌي زبان ۾/اِ/ ۽/ اُ/ ٻه صوتيا آهن. انهن ٻن صوتين جي
آوازن بجاءِ (آ) آواز استعمال ڪبو ته لفظ /ڪَنو/ ٿي پوندو جنهن جي
معنيٰ به ڦريل آهي.تنهنڪري سنڌي زبان ۾ /آ/ به صوتيو آهي. انهيءَ
مان اصول اهو نڪتو ته جيڪڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي ڪنهن لفظ مان
هڪ آواز ڪڍي، ان جي جاءِ تي ٻيو آواز آڻجي ۽ اهو ڦري ٻي معنيٰ وارو
لفظ ٿي پوي ته پوءِ اهو آواز ان ٻوليءَ ۾ ”صوتيو“ سڏبو(٢)

سنڌي زبان ۾ /گ/ ۽/ڱ/ ٻه صوتيا آهن، جيئن هيٺين لفظن مان
ظاهر آهي،

/ سنڱ / ۽ / سنگ /

مگر ڪڏهن ڪڏهن هڪ صوتئي جا ٻه آواز / گ / ۽ ڱ / به
آهن. مثلاً

/ منگتو / ۽ / منڱتو/

هت (ڱ) آواز عيوضي آواز Allophone آهي. هڪ ٻيومثال:

/ ڳوڙي / ۽ /ڳوڙي /

هت (ڳ) آواز بہ عيوضي آواز Allophone طور ڪم اچي ٿو، يعنيٰ تہ هڪ صوتئي جا ٻہ آواز هڪ (گ) ۽ ٻيو (ڳ) آهي. جن کي عيوضي آواز چئجي ٿو.

اُترادي لهجي ۾ هيٺ ڏنل لفظ جي ( ٽ، ٿ، ڊ ۽ ڍ) آوازن سان گڏ (ر) آواز بہ شامل هوندوآهي:-

پٽ، سٽ، مائٽ، ڪٽي، ڏاٽو، ڪنڊ، منڊ، ڏاهڻ، ڊڪائڻ. ڊوهہ، سٿو، اوٺو، ڍڍ، واڍو.

مٿين لفظن ۾ ٽ، ٿ، ڊ ۽ ڍ سنڌيءَ جي معياري لهجي ۽ لاڙي لهجي ۾ بنا ڪنهن (ر) آواز جي اچاريو وڃي ٿو. اترادي لهجي جا آواز

(ٽر)، (ٿر)، (ڊر) ۽ (ڍر)

عيوضي آواز آهن. انهن جي جاءِ تي

(ٽ) (ٿ)، (ڊ)۽ (ڍ)

آواز ڪم آڻجن تہ معنيٰ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ ايندو. اهوئي سبب آهي تہ سنڌي الف بي ۾ (ٽر)، (ٿر)، (ڊر)، ۽ (ڍر) آوازن جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ ڪوبہ اکر مقرر ڪونہ ڪيو ويو آهي اُترادي ماڻهو لکيل اکر "ٽ" کي "ٽر، ۽ "ڊ" کي "ڊر" ڪري اچاريندا آهن ۽ وچولي لاڙي لهجي وارا "ٽ" ۽ "ڊ" ڪري اُچاريندا آهن. در اصل جنڊ، پاٽ ۽ پٽ لفظن کي سنسڪرت ۾ جندر، چندر، پاتر ۽ پتر وغيره چيو ويندو آهي. اهي لفظ جيڪڏهن سنسڪرت مان سنڌيءَ ۾ آيا آهن تہ انهن جي اُچار ۾ (ر) هئڻ وڌيڪ درست آهي، پر جيڪڏهن سنڌيءَ مان سنسڪرت ويا آهن تہ بہ ائين چئي سگهجي ٿو تہ اصل ۾ ئي انهن لفظن ۾ (ر) آواز شامل هيو. يا ائين کڻي چئجي تہ اهي لفظ سنسڪرت ۽ سنڌيءَ ٻنهي ۾ هڪجهڙا آهن. ڇو تہ ٻئي همسر ۽ ڀينر ٻوليون آهن

تہ بہ (ر)جو آواز پنهنجي ٻولين ۾ هئڻ گهرجي. اهڙي تصديق ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”ڪڇي محاوري“ جي مطالعي دوران ڪئي آهي. ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو:

”جندر“ جو اُچار اصلي سنسڪرت اُچار جي نزديڪ تر آهي ۽ انهيءَ ڪري پڪي سنڌي جي اُچار (جنڊ) کان وڌيڪ صحيح آهي، تعجب جي ڳالهہ آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي ڪڇي محاوري ۾ ”ڊ“بجاءِ ”در“ ۽ ”ٽ“ جي بجاءِ ”تر“ اصلي ۽ صحيح اُچار لفظن ۾ موجود آهن. سنڌيءَ جي وچولي واري پڪي محاوري ۾ ”در“ ”تر“ جي صورتن ۾ ڪن لفظن ۾ موجود آهن. (جيئن تہ جنڊر، چنڊر، پاتر، پٽر) مگر حيدرآباد خواهہ نصرپور جي مڪاني ۽ آس پاس واري ”چالو عام“ ۾ اهي اُچار سُسي سڪي وڃي”ڊ“ ۽ ”ٽ“ ٿـي بيٺا آهن. (چنڊ ۽ پٽ) حيدرآباد جي پڙهيلن وري پنهنجي انڻ ڄاڻائي سبب اِهي سُڪا ۽ مڪاني اُچار سنڌي صورتخطي ۾ رائج ڪري ڇڏيا. ڪڇي محاوري ۾ عام طور ”چنڊ“ (چندر)، ”جنڊ“ کي (جندر)، پاٽ کي (پاتر)، پٽ کي (پتر)، هيڊ کي (هيدر) ڇيٽ کي (ڇيتر)، ٻڊو کي (ٻدرو) کيٽ کي (کيتر)، ڏانٽو کي (ڏانترو)، جوٽڻ کي (جوترڻ)، مِٽ کي (متر)، ننڊ کي (نندر)، وغيره ڪري اُچاريندا آهن ۽ اُهي اُچار از روءِ لغت وڌيڪ صحيح آهن (٣)

اُترادي لهجي ۾ پڻ (تر)، (ڊر)، (ٽر) ۽ (ڍر) آواز موجود آهن، پر عيوضي آواز طور اچن ٿا. منجهن معنوي تبديلي آڻڻ جي سگهہ ڪانہ آهي، مڪمل صوتين جي حيثيت ڪونہ ٿا رکن، تنهنڪري ئي ڪين الف بي ۾ شامل ڪري نہ ٿو سگهجي. صوتياتي اعتبار کان (تر)، (ڊر)، (ڍر) ۽ (ٽر) بندشي لرزيدار آواز اترادي لهجي ۾ هڪ مکيہ خصوصيت طور موجود آهن.

اُترادي لهجي ۽ معياري لهجي جي سُرن ۾، وسرگائيءَ ۾ ۽

گهٽائيپ يا غنائيپ ۾ ڪٿي ڪٿي فرق موجود آهي. مثال طور:

معياري لهجو-    منهنجو    تنهنجو    ڪنهنجو

اُترادي لهجو-    مانجو    تون جو    ڪينجو

هت /هـ/ آواز ڪي حذف ڪيو ويو آهي.

معياري لهجو-    مون ڪي

اُترادي لهجو-    ماڪي

هت/ اون/ سر مان غنائيپ حذف ڪري ۽ / آ/ سر ۾ بدلايو ويو آهي.

معياري لهجو - ڪتان وٺي آيو آهين.

اُترادي لهجو - ڪاٿئون وٺي آيو آن.

هِت "ڪتان". لفظ ڪي "ڪاٿئون" ۽ "آهين" لفظ ڪي /آن/ ۾ بدلايو ويوآهي.

معياري لهجو - پاڻي ٺنڊو هئو

اُترادي لهجو - پاڻي ٺنڊو هيو. يا پاڻي ٺنڊو هو. هِت "هئو" لفظ هيو" يا "هو" ۾ بدلايو ويو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ خاصيت هيءَ بہ آهي تہ ان جي اسمن جي آخر ۾ ڪونہ ڪو سُر ٿئي ٿو. اُها خاصيت اترادي لهجي ۾ بہ آهي، پر ڪن عالمن جي راءِ ۾ هيءَ خاصيت اُترادي لهجي ۾ ۽ خاص طور ماٿيلي اباوڙي واري ننڍي محاوري ۾ ناپيد آهي. هن خاصيت جي باري ۾ سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ماهر لسانيات ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي لکيو آهي:

سنڌيءَ ۾ اسم گهڻو ڪري ڪنهن نہ ڪنهن سُر ۾ پورا ٿين ٿا. انهيءَ ڪري اسمن جي جنس سڃاڻڻ ۾ ڪي قدر هٿي ملي ٿي "آ"۾

پورا ٿيندڙ سڀ اسم سنڌيءَ ۾ مونث آهن. جيئن تہ ڪٽَ، زالَ، عادتَ. ”اوُ“ ۾ پورا ٿيندڙ سڀ اسم مذڪر آهن، مثلاً: گهوڙو، دلو، ملو، رپيو. آ، اِ، اي آءِ ۾ پورا ٿيندڙ اسم گهڻو ڪري مونث آهن، جيئن تہ دوا، مالا، پٽ، راتِ، مائي، ياچي، شئي. اُ، او، آءُ پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻي ڀاڱي مذڪر آهن. جيئن تہ مَٽُ، سُٽُ، ماڻهو، ڪدوُ پوءُ، ڏءُ(۴)

سنڌي ٻوليءَ جي هيءَ خاصيت بيحد گهڻي اهم آهي. ان جي اهميت جي پيش نظر سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق ڪندڙ تقريباً سمورن ماهرن پنهنجا رايا ڏنا آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب لکيو آهي:

سنڌ جي ماڻهن کي اها بہ ڄاڻ آهي، تہ سنڌي زبان جي هر لفظ جي آخر ۾ ڪونہ ڪو سُر ضرور ايندو آهي، يعني تہ سنڌي زبان جي هر مفرد لفظ جي آخر ۾ ساڪن وينجن Consonant نہ ايندو آهي پوءِ ڇا هي اهو وينجن مفرد هجي يا مرڪب (۵)

پوپٽي هيرانندا ڻيءَ جي خيال ۾:

سنڌيءَ جو هر ڪو اسم حرف علت جي پڇڙي ڪٽي پورو ٿئي ٿو. يعني اسم جي پڇاڙيءَ ۾ آ، اُ، آ، اِي، اوُ يا او ضرور ايندو، ائين ڪرڻ سان ٻوليءَ ۾ هڪ قسم جي لچڪ قائم ٿئي ٿي. (ڪوبہ اسم ”اي“ ۾ پڇاڙي نہ ڪندو، جي ڪندو تہ سندس حالت فاعلي نہ هوندي) (٦)

گريئرسن لکيو آهي: سنڌي ٻوليءَ ۾ هر لفظ لازماً سُر تي ختم ٿئي ٿو. ۽ جڏهن هي سُر ڇوٽو سُر هوندو آهي تہ تمام هلڪو هوندو آهي، جيڪو ڏاڍي مشڪل سان ٻڌي سگهبو آهي. اهڙي مختصر سر کي لکڻ لاءِ مون ليڪ مٿان ننڍڙو اکر لکي واضح ڪيو آهي. حالانڪ هي سُرَ ڏکيائيءَ سان ٻڌڻ ۾ اچن ٿا، پر پوءِ بہ وڏي اهميت رکن ٿا، ڇاڪاڻ تہ ڪنهن لفظ جي معني کي متاثر ڪري سگهڻ جي قوت رکن ٿا. مثال طور ”ڇوڪرُ“ معني boy ۽ ”ڇوڪرِ، معني girl انهن ٻنهي

لفظن ۾ جيڪو تمام ھلڪڙو تفاوت آھي سو يورپي ماڻھو مشڪل سان جھٽي سگھي، جڏھن تہ اھو تفاوت سنڌي ماڻھو جھٽ صحيح ڪري وٺندا آھن. (٧)

ھن خاصيت جي باري ۾ ٽرمپ ھن ريت اظھار ڪيو آھي: سنڌي ٻوليءَ جي ھڪ خاصيت آھي، سا ھيءَ تہ سنڌيءَ جو ھر اسم، اسم خاص، صفت، ضمير ۽ مصدر وغيره جي آخر ۾ ھڪ سُر ھوندو آھي. ھن خاصيت جي ڪري سنڌي ٻوليءَ کي ٻين ڀينر ٻولين تي فوقيت حاصل آھي. اھڙي خاصيت جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ لچڪ پيدا ٿي آھي ۽ آوازن جي چٽائي کي محفوظ رکيو آھي. ھن خاصيت کان ٻيون مقامي ٻوليون وانجھيل ۽ محروم آھن (٨).

سنڌي ٻوليءَ جي مذڪوره خاصيت سنڌيءَ جي پاڙيسري ٻولين سرائڪي، پنجابي ۽ بلوچيءَ ۾ بہ نہ آھي. خاص طور سرائڪي ٻولي جيڪا سنڌيءَ کي ويجھي ۾ ويجھي ٻولي آھي ان ۾ بہ ھيءَ خاصيت نہ آھي. ان باري ۾ ملتاني / سرائڪي ٻوليءَ جو ماھر ڊاڪٽر مھر عبدالحق لکي ٿو: سنڌي جي ھڪ خصوصيت ھيءَ آھي (جيڪا ھندستان جي ھڪ ٻن ٻولين ۾ پڻ آھي) تہ ان جو ھر لفظ حرف علت (سُر) تي ختم ٿئي ٿو. ملتانيءَ ۾ ھيءَ خاصيت نہ آھي(٩).

ھن راءِ جي پٺڀرائي سرائڪي ٻوليءَ جي ماھر ڪرسٽوفر شئڪل بہ سرائڪيءَ جي گرامر ۾ ڪئي آھي. سرائڪيءَ ۾ سنڌي دخيل لفظن جو ذڪر ڪندي شئڪل لکي ٿو:

سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ جا صوتياتي سرشتا پاڻ ۾ تمام گھٽي ھڪجھڙائي رکن ٿا، تنھنڪري سنڌي دخيل لفظن کي تمام ٿوري ڦير گھير سان سرائڪيءَ ۾ قبول ڪيو ويو آھي. سنڌي اسم ۽ صفت جي آخر ۾ ايندڙ ڇوٽا وچيان سُرَ سرائڪي ڳالھائيندڙ حذف ڪندا آھن، سواءِ سنڌيءَ جي گھري اثر ھيٺ آيل سرائڪي ڳالھائيندڙن جي. (١٠)

يعنيٰ تہ سنڌي اثر هيٺ آيل سرائڪي ڳالهائڻ وارا بہ پنهنجن لفظن جي اخر ۾ آيل سُرن جو اچار ڪن ٿا.

ڀيرو مل مهرچند سنڌي ٻوليءَ جي هن خاصيت لاءِ هڪ عجيب ۽ غريب راءِ جو اظهار ڪيو آهي:

سنڌيءَ ۾ سيڪنهن لفظ جي پڇاڙي ۾ ڪانہ ڪا اعراب آهي، جنهن جو اُچار سرحد ڏي چٽي ريت ڪن ٿا ۽ شڪارپوري اهو سُر سان اُچارين ٿا. وچولي طرف ان جو اُچار اڻ لکيءَ طرح ڪندا آهن، جو ڏاريو ماڻهو سندن ڳالهائڻ مان جيڪر سمجهي ڪين سگهي تہ هرهڪ لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪا اعراب آهي. لاڙ جا ماڻهو خاص ڪري هندو اهو اُچار اڪثر ڪونہ ڪن ............ هن وقت سنڌيءَ ۾ سيڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪانہ ڪا اعراب آهي ئي آهي. انهيءَ پڇاڙيءَ وارين اعرابن هينئر ئي لڏڻ جو سانباهو ڪيو آهي. لاڙ ۾ انهن جو اچار اڪثر ڪونہ ڪن، اُهي گهڻو وقت ڪين جٽينديون جو اڪرن جي پدنِ تي زور ڏيڻ جي ترتيب Accent System ڦرندي پئي وڃي. (١١)

ڀيرومل جي راءِ ۾ هن خاصيت لڏڻ جو سانباهو ڪيو آهي ۽ گهڻو وقت ڪين جٽينديون ....... اجا تائين تہ صحيح ثابت ڪونہ ٿيو آهي. آڏواڻي صاحب جي راءِ کي اڌ صدي کان مٿي عرصو تہ گذري چڪو آهي، سنڌي ٻوليءَ جي اسمن جي آخر ۾ ڪونہ ڪو سُر اجاتائين تہ موجود آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري Sindhi Language Authority پاران بہ ڪتاب شايع ٿيا آهن. هڪ ڊاڪٽر داد محمد بروهي جو سبيءَ جي ٻولي ، ٻيو پروفيسر شيخ محمد فاضل جو -ماتيلي اُباوڙي جي ٻولي. داد محمد بروهي سبي علائقي ۾ رائج سنڌيءَ جي لهجن فراڪي ۽ جغدالي جو اڀياس ڪيو آهي. سندس خيال ۾: هن خطي جي ٻنهي محاورن ۾ آ، اِ، اُ، واريون تي پڇاڙيون هميشہ سيني لفظن مان حذف ڪري لفظ استعمال ڪيا وڃن ٿا (١٢).

يعني تہ سنڌي ٻوليءَ جي انهن لفظن، جن جي آخر ۾ آ، اِ، اُ، وارا سُر آهن، سي سڀيءَ جي ٻوليءَ ۾ انهن سُرن بنا اچاريا ويندا آهن.

پروفيسر شيخ محمد فاضل جي راءِ ۾ ماتيلي اُٻاوَڙي جي لهجي ۾ هيءَ خاصيت ناپيد آهي، در اصل شيخ محمد فاضل صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ پورو باب هن سلسلي ۾ تحرير ڪيو آهي، جنهن جو عنوان آهي "سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي آخري حرف تي حرڪت وارو اصول" شيخ محمد فاضل لکي ٿو:

ماتيلي- اباوَڙي جي ٻوليءَ ۾ لفظ جو پويون اکر هميشہ ساڪن هوندو آهي. اهڙا چند اکر آهن، جن تي انتهائي اڻ لکي اعراب جو گمان ٿئي ٿو، نہ تہ عام طور تي سڀ لفظ ساڪن الاخر آهن. اُترادي محاوري وارا ڪَٽَ کي ڪٽ، ڇِتِ، کي ڇت، لَٽِ کي لٽ، ٻُٽَ کي ٻُٽ ۽ پيرُ کي پير ڪري اُچاريندا آهن مذڪوره اسمن جي واحد توڙي جمع لاءِ ساڪن الاخر وارو لفظ استعمال ڪندا آهن. (١٣)

هن پيرا ۾ مانواري محقق شيخ محمد فاضل جيڪي فرمايو آهي ان جي شروع ۾ ئي هڪ تضاد موجود آهي. پهرئين جملي ۾ فرمايو اٿن تہ ماتيلي- اباوَڙي جي ٻوليءَ ۾ لفظ جو پويون اکر هميشہ ساڪن هوندو آهي. اڳتي هلي چون ٿا تہ اهڙا چند اکر آهن، جن تي انتهائي اڻ لکي اعراب جو گمان ٿئي ٿو. گريئرسن هن سُر (اعراب) لاءِ hardly audible لکيو آهي ۽ چوي ٿو تہ ڇوڪرُ ۽ ڇوڪرِ لفظن ۾ آيل آخري سُرَ ايترا هلڪا ۽ ڍيما هوندا آهن، جو يورپي ماڻهو ان کي مشڪل سان جهٽي سگهي ٿو. ڀيرومل بہ اهڙي سُر کي "اڻ لکو" سڏيو آهي. شيخ صاحب پاڻ بہ چوي ٿو تہ ڪي ٿورا اکر اهڙا آهن، جن ۾ هيءُ سُر هجڻ جو گمان ٿئي ٿو. تہ پوءِ ائين نہ چئي سگهبو تہ ماتيلي -اباوَڙي جي ٻوليءَ جي اسمن جو پويون اکر هميشہ ساڪن هوندو آهي. "هميشہ" جو لفظ ڪم آڻي نٿو سگهجي. ٿورن لفظن ۾ ئي سهي، هيءُ

سَر موجود تہ آهي. شيخ صاحب وڌيڪ لکيو آهي تہ: اُترادي محاوري وارا ڪَٽَ کي ڪٽ ۾ ....... "اُترادي محاوري" مان مراد اگر سنڌ جو اهو علائقو جنهن ۾ سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، خيرپور ۾ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ رائج محاورو آهي تہ پوءِ شيخ صاحب جي راءِ درست ڪونهي. اتر سنڌ جي انهن سمورن ضلعن ۾ رائج ٻوليءَ جي اسمن جي آخر ۾ ڪونہ ڪو سُر آهي. شڪارپور جو مثال ٿي وٺجي، تہ اتي لانڍي سان اهڙا لفظ اُچاريا وڃن ٿا. شيخ صاحب جي چوڻ موجب مذڪر اسمن جي واحد توڙيُ جمع لاءِ ساڪن الاخر وارو هڪڙو ٿي لفظ استعمال ڪندا آهن. هن بيان کي درست تسليم نہ ٿو ڪري سگهجي ڇاڪاڻ تہ سنڌيءَ ۾ مذڪر اسمن جو واحد ۾ جمع ٺاهڻ جو قاعدو هن ريت آهي.

| واحد | جمع | |
|---|---|---|
| گهوڙو | گهوڙا | / او / سَر جي جاءِ تي / آ / سَر ڪم آيو |
| ڪتو | ڪتا | / او / سرُ جي جاءِ تي / آ / سَر ڪم آيو. |
| ڇوڪرو | ڇوڪرا | / او / سَر جي جاءِ تي / آ / سَر ڪم آيو. |
| پُٽُ | پُٽَ | / اُ / سَر جي جاءِ تي / آ / سَر ڪم آيو. |
| ڪيٽُ | ڪيٽَ | / اُ / سَر جي جاءِ تي / آ / سَر ڪم آيو. |
| لَٺِ | لَٺيُون | / اِ / سَر جي جاءِ تي / يون/ سَر ڪم آيو. |
| راتِ | راتيون | / اِ / سَر جي جاءِ تي / يون/ سَر ڪم آيو. |

مذڪر اسمن جو جمع گهوڙا، ڪتا، ڇوڪرا، لٺيون، راتيون جهڙا لفظ اُترادي محاوري ۾ ساڪن ڪهڙي طرح ٿي سگهن ٿا. جمع جي قاعدي ۾ / او / سَر / آ / سَر ۾ تبديل ٿئي ٿو تہ / اُ / سَر بہ يعني

يقيني طور /آ/ سُر ۾ تبديل ٿيندو. سنڌيءَ ۾ اسم جي آخري سُر جي اهميت ان ڪري وڌيڪ آهي، جو هيءُ سُر اسم جي جنس جي نشاندهي ڪري ٿو، يعني تہ هيءَ خصوصيت Gender Marker آهي.

در اصل صورتحال ڪجھ هنريت آهي تہ ماٿيلي، اباوڙي جي علائقي ۾ ڪيتريون ئي قومون پر واري علائقي بهاولپور رياست ۽ ملتان کان اچي آباد ٿيون آهن، جيڪي سرائڪي ڳالهائيندا آهن. تنهنڪري ماٿيلي اُباوڙي جي ٻوليءَ تي سرائڪي ٻوليءَ جو اثر پئجي سگهجي ٿو. جيئن تہ هيءَ خصوصيت سرائڪيءَ ۾ ڪانہ آهي، تنهنڪري اهي ذاتيون ۽ قومون جيڪي سرائڪي کان متاثر سنڌي ٻولي ڳالهائين ٿيون، تن جي اُچار ۾ هي آخري سُر غائب ٿي ويو آهي. باقي عام طور پيا ماٿهو مذڪوره سُر بلڪل اُچارين ٿا. جهڙي طرح سبي علائقي جي فراڪي ۽ جغدالي محاوري ۾ اسمن جا آخري سُر آ، اِ ۽ اُ ڪونهن، انهن جو سبب ڊاڪٽر داد محمد بروهيءَ سبي علائقي جي ڀين مقامي ٻولين جهڙوڪ: براهوي، بلوچي ۽ پشتو ٻولين جو اثر ڄاڻايو آهي (١۴). تهڙي طرح ماٿيلي اُباوڙي جي ٻوليءَ تي بہ سرائڪي ٻوليءَ جو اثر قبول ڪري سگهجي ٿو. پر ان جو مطلب هرگز اهو نہ آهي تہ اُترادي لهجي جي سمورن محاورن ۾ مذڪوره سُر ڪونہ آهي، يا اُتراديءَ جا لفظ خاص طور اسم ساڪن الاخر آهن.

ارنيست ٽرمپ اُترادي ٻوليءَ لاءِ راءِ ڏني آهي تہ ان جا اُچار چِٽا آهن. چٽن اُچارن مان مراد آهي تہ سُر آواز نمايان آهن، ۽ پوريءَ ريت ڪڍيا وڃن ٿا. ان جي وضاحت اها آهي تہ اُتر ۾ چئبو "چيائون" تہ لاڙ ۾ ان جو اُچار آهي "چئون"، يا "چيئون". اُترادي لهجي ۾ لاڙ جي لهجي جي مقابلي ۾ هي فرق آهي جو سري ۾ "آ" يا "اَ" جو سر آواز لاڙ جي لهجي ۾ "اِ" يا "اِي" ٿئي ٿو. مثلاً

| اترادي لهجو | لاڙي لهجو |
| --- | --- |
| جَن | جِن |
| تَن | تِن |
| ڪَن | ڪِن |
| جاتي | جِتي |
| تاتي | تِتي |
| ڪاتي | ڪِتي |

هن ڏس ۾ پيرومل لکي ٿو: جَنهن، تَنهن ۽ ڪَنهن جي پهرين حرف تي زبر آهي ۽ جمع ۾ آهن جَن، تَن ۽ ڪَن تي به زبر اچڻ گهرجي، انهيءَ ڪري اُتر جو اُچار صحيح آهي (١٥).

ساڳي طرح "وَيو" لفظ ۾ واو تي زبر هجڻ پڻ درست آهي، ڇاڪاڻ ته "وڃڻ" مصدر ۾ به واو تي زبر آهي ته ان مان نڪتل امر "وَڃ" جي واو تي به زبر آهي ته "ويو" لفظ جيئن اُترادي لهجي ۾ آهي اُهو لفظ لاڙي ۽ معياري لهجي جي "وِيو" لفظ کان وڌيڪ درست آهي.

ماضي معطوفي جي نشاني "يو" معياري لهجي ۾ ڪم ايندي آهي، پر اُترادي لهجي ۾ "يو" پڇاڙيءَ جي جاءِ تي "يون" پڇاڙي ڪم اچي ٿي، يعني ته "اون" سر جو اضافو ڪيو وڃي ٿو. پيرومل ان جا مثال ڏنا آهن، سچل سائين جو هڪ بيت آهي:

درياءَ منجهاران دوست ڏنوسين
لالڻ ليئڙو پايون هليو ويو.
ٻي ست هيءَ ڏني اٿائين،
هو تنگان ٽيڙيون پيو هو.

بيدل سائينءَ جي ڪلام ۾ پڻ "يون" پڇاڙي ملي ٿي:
ڪيلي عشق آروپ جي بازي، لکيون ڇپيون دل ڪسي يارَ.

## حوالا


١ـ علي نواز جتوئي، علم لسان ۽ سنڌي زبان، ١٩٨٣ع ص ٧٠ـ٧١ .

٢ـ ساڳيو ڪتاب ص ٧٧

٣ـ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ـ مقالو "سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ۽ ان جو ڪڇي محاورو. ڪتاب "مهراڻ جون موجون" ص ٢١ ـ ٢٢.

٤ـ مرليڌر جيتلي. مقالو "سنڌي ٻوليءَ جون خاصيتون" ڪتاب "سنڌالاجيُ" ١٩٧٣ع. ص ٢١ ـ ٢٢ .

٥ـ ڊاڪٽر غلام علي ـ الانا مقالو "سنڌي ٻوليءَ جو مزاج" ٽه ماهي مهراڻ ٢ / ١٩٧٩ع. ص ١٢٨.

٦ـ پوپٽي هيراننداڻي. ڀاشا شاستر ١٩٦١ع. ص ٢٥١.

7- Grierson. G.A. Linguistic Survey of India 1919 Vol. viii Part I, P- 22.

8- Trumpp. E. Grammar of Sindhi language 1872. P- 31

٩ـ ڊاڪٽر مهر عبدالحق. ملتاني زبان اور اسڪا اردو سي تعلق ١٩٦٧ع ص ٢٨٢.

10-Shackle, C. The Siraiki Language of Central Pakistan 1976. P- 176

١١ـ ڀيرومل مهر چند آڏواڻي. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٦ع. ص١٣٠

١٢ـ داد محمد بروهي، سبيءَ جي ٻولي. ١٩٩٢ع ص ـ ٣٥.

١٣ـ شيخ محمد فاضل ـ ماتيلي ـ اٻاوڙي جي ٻولي ١٩٩٢ع. ص ٤٢.

١٤ـ داد محمد بروهي. سبيءَ جي ٻولي ١٩٩٢ع. ص ـ ٦٣ .

١٥ـ ڀيرومل مهر چند آڏواڻي. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٦ع، ص ـ ٩٧.

# باب ٽيون

# اُترادي لهجي جي صرفياتي ڇنڊ ڇاڻ

لفظ ٻوليءَ ۾ ڇو ۽ ڪيئن ٻيا ٻيا رُوپ وٺن ٿا، تنهن جو تعلق لسانيات جي هڪ شاخ سان آهي، جنهن کي علم صرف يا صرفيات سڏجي ٿو. ان کي تشڪيلات يا صورتيات به سڏبو آهي، ڇو ته اهو عام لفظ جي مختلف شڪلين ۽ صورتن سان بحث ڪري ٿو. عربي گرامر ۾ علم صرف جي تعريف هن ريت ڪئي وئي آهي ته علم صرف اهو علم آهي، جنهن ۾ با معنيٰ اڪيلن لفظن جي بناوٽ ۽ انهن ۾ ڦير ڦار ڪرڻ جو طريقو بيان ڪيو ويجي (١).

صرفيات جي وصف ڇاڻائيندي نامور ماهر لسانيات بلو مفليڊ لکيو آهي:

By the morphology of a language, we mean the construction in which bound forms appear among constituents. By definition, the resultant forms are either bound forms or words, but never phrases. Accordingly, we may say that morphology includes the constructions of words and parts of words, while Syntax includes the construction of phrases (2).

روائتي وياڪرڻ ۾ لفظ (word) کي ننڍي ۾ ننڍو ايڪو ليکيو ويو آهي، جا ڳالهه درست نه آهي. لفظن جي بناوت جو اڀياس ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته لفظ ٽن قسمن جا آهن، مفرد (Simple) مرڪب (Compound) ۽ مرتب (Complex) مرتب لفظ جڙ Root ۾ اڳياڙين پڇاڙين وغيره گڏڻ سان جڙن ٿا. مثال طور "اڻبڻت" لفظ ۾ /بڻ/ جڙ

آهي، جنهن ۾ ات پيچاڙي گڏي ٻٽ، لفظ جوڙيو آهي جنهن ۾ وري /اڻ/ اڳياڙي گڏي "اڻٻٽ" لفظ جوڙيو ائٿون. هاڻي ثابت ٿيو تہ اِنهيءَ لفظ ۾ ٽي ننڍا جزا آهن، /اڻ/، /ٻڻ/ ۽ /ات/ اهو هرهڪ جزو معنيٰ پريو آهي. انهن کي صرف سڏجي ٿو. صرف Morph ڪنهن ٻوليءَ جي بناوٽ ۾ ننڍي ۾ ننڍو معنيٰ پريو جزو آهي. انهيءَ جزي کي جيڪڏهن وڌيڪ پيچبو تہ انهي جزي جي ڳهربل معنيٰ غائب ٿي ويندي (٣).

ڦيري يا گردان جي نقطئہ نظر کان سنڌيءَ ۾ ٻن قسمن جا لفظ آهن (١) ڦرندڙ Inflected مثال طور ڇوڪرو، پنج، مان ، سٺو، لکيو، لکندو (٢) اڻ ڦرندڙ Uninflocted مثلاً نہ، ها ،يا، وڌيڪ، اڙي. ڦرندڙ لفظ ٻن ڪلاسن ۾ ورهائجن ٿا. نام Noun ۽ فعل Verb حالت case ۾ ڦرندڙ لفظ کي Noun ۽ ضمير Person ۾ ڦرندڙ لفظن کي فعل Verb سڏجي ٿو. مثلاً ڇوڪرو اچي ٿو. ڇوڪري خط لکيو، ڇوڪرا هيڏانهن اچ. مان اچان ٿو، مون چيو. انهن ۾ ڇوڪرو ۽ مان لفظ جدا جدا حالتن ۾ ڦريا آهن. انهيءَ ڪري نام Noun آهن. پر لکندس، لکندين، لکنديس، لکنديس، لکندينءَ، لکندي، لفظ فعل آهن ڇاڪاڻ تہ اهي ڦيري ۾ ضمير متڪلم، ضمير حاضر ۽ ضمير غائب جو فرق ڏيکارين ٿا (۴).

صرفيات جي مکيہ اصولن طور، لفظن جو نھڻ ۽ لفظن جا گرداني ڦيرا ماهرن پنهنجن وياڪرڻ/ گرامر وارن ڪتابن ۾ تفصيل سان سمجهايا آهن. ٽرمپ کان وٺي گريئرسن تائين. ڀيرومل کان جيتلي تائين عام سنڌي ڳالهہ ٻولهہ ۽ معياري لهجي کي آڌو رکي اڀياس ڪيو آهي. سنڌيءَ جي معياري لهجي ۽ اُترادي لهجي ۾ جيڪي جزوي فرق آهن، انهن جو تفصيلي بيان هت ڪجي ٿو:-

### عدد واحد ۽ عدد جمع

اُترادي ٻوليءَ جي هڪ خاصيت جمع جي نشاني آهي. معياري توڙي لاڙي لهجي ۾ واحد مان جمع ٺاهڻ لاءِ واحد جي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندو آهي. اُترادي لهجي ۾ /آن/ سُر واري پڇاڙي ڪم ايندي آهي. مثال طور:-

| واحد | جمع معياري لهجو | جمع اترادي لهجو |
|---|---|---|
| ٽنگ | ٽنگون | ٽنگان |
| موٽر | موٽرون | موٽران |
| نماز | نمازون | نمازان |
| قميض | قميضون | قميضان |
| سليٽ | سليٽون | سليٽان |
| جڳهہ | جڳهون | جڳهان |
| ڪٽ | ڪٽون | ڪٽان |
| سِرَ | سرون | سران |
| قبر | قبرون | قبران |
| ڪوڪ | ڪوڪون | ڪوڪان |
| صلاح | صلاحون | صلاحان |
| ڪارڪ | ڪارڪون | ڪارڪان |
| ميار | ميارون | مياران |
| چيٽ | چيٽون | چيٽان |
| لام | لامون | لامان |
| ڏانهن | ڏانهون | ڏانهان |
| ريهہ | ريهون | ريهان. |

اُترادي سنڌي شاعريءَ ۾ پڻ ڪيترائي مثال اهڙا ملن ٿا، جن ۾ جمع جي صيغي لاءِ /آن/ پڄاڙيءَ ۾ ڪم آئي آهي:-

۱. **زيران** **زبران** **آيتان**، اڪر انت نہ پار

(قاضي قادن)

۲. جيڪس **دالهان** درد منهنجي جون، پهتيون اُتي پرِيات.

(بيدل)

۳. موجود **موجان** تو ڏنيون، ڪين مان چيءَ گهمسان ڪر

(بيدل)

۴. ڏاڍيون **رمزان**، گهريون **ديدان** لايون، دلبر مون سان يار

(بيدل)

۵. راڳ جا قائل من جا مائل وٺن سي رمزن واريون **راهان**

سٽي سرور سڪر ۾ بيخود بي سر پهرن قرب **ڪلاهان**

پنهنجو پاڻ ويڪن ائون وسهن ناميا جا ڏي ڪرن **نگاهان**

ناچ نچائن ڳائن ڳائن عرشون لنگهن انهن جون **آهان**

(بيدل)

اُترادي لهجي ۾ /آن/ پڄاڙي رڳو انهن مونث اسمن جي پٺيان ڳنڍي ويندي آهي. جن جي پوئين اکر تي زبر هوندي آهي. يعني تہ آخر ۾ / اَ/ سُر هوندو آهي، پرجيڪڏهن پوئين اکرتي زير هوندي آهي يعني تہ آخر ۾ / اِ / سُر هوندو آهي تہ پوءِ / يون / پڄاڙي ملائبي آهي. مثال طور: مکِ، اکِ، دلِ ۽ باهِ وغيره جو جمع مکيون، اکيون ،دليون باهيون وغيره آهي. اُتراديءَ ۾ انگريزيءَ جي دخيل لفظ "بس" Bus جي جمع کي "بسيون" چئبو آهي، جڏهن تہ لاڙي ۽ معياري لهجي ۾ "بسون" چيو ويجي ٿو.

## جنس

اُترادي لهجي ۾ ڪن اسمن جون جنسون ڦريل آهن. اهڙا ٻه مثال پيرومل آڏواڻي صاحب ڏنا آهن:

١- مانڪي گهڻي رت نڪتي آهي.

٢- هن کي اولاد ڪا نہ ٿي.

سري (اتر)۾ رت ۽ اولاد جنس مونث ۾ پين هنڌ جنس مذڪر ليکين ٿا. هن جو سبب هيءُ آهي تہ سنڌيءَ مان جنس بيجان گم ٿي وئي آهي، تنهنڪري اهي ۽ ٻيا اهڙا ڪيترا لفظ آهن، جن جي جنس ڪو مذڪر تہ ڪو مونث پيو لکي (٥)

## تصغيريت

اهو نالو جو ڪنهن شيءِ جي ننڍي روپ لاءِ ڪتب اچي، تنهن کي "اسم تصغير" چئبو آهي. اسم تصغير طور ڪم ايندڙ لفظ آهن: ڪتولي، باغيچو، هٽڙي، ديڳڙي، ڪتابڙو.

ڪي ماڻهو اسم تصغير کي سندس ٿي روپ جهڙي وڏي شيءِ جنس مونث يا جنس مذڪرکري ليکيندا آهن، سو غلط آهي. ائين چوڻ تہ هٽڙي، هٽ جي جنس مونث يا سروٽو، سرَ جي جنس مذڪر آهي، سو غلط آهي. اسم تصغير ناهڻ واريون ڪي پڇاڙيون هيٺ ڏجن ٿيون:

١- اِي ٢- اِڙي ٣- اوٽ ۴- اوٽي ٥- آٽ

مثال گهڙيال - گهڙيالي، نوڙ- نوڙي، انب - انبڙي، ڪتاب- ڪتابڙي، چام- چاموٽ، ٻاهہ- ٻاهوٽي، چم - چموٽي، چوڪر- چوڪرات. (٦)

اُتر ۾ تصغيريت جو استعمال ٻنهي گهڻو ڪيو ويندو آهي. مثلاً، ٻائڙا، ادڙا، منڙا، منڙا وغيره. سچل سائين ۽ بيدل سائين اسمن توڙي فعلن سان تصغيريت جو صيغو لاڳو ڪري کي نهايت دلپذير بناوتون

ٿاهيون آهن. چند مثال هت پيش ڪجن ٿا:-

١. **ڪيڙو** مست پرينءَ جي ناز مون ڪي،
(سچل سرمست)

٢. لالڻ **ليڙو** پايون، هليو ويو.
(سچل سرمست)

٣. خاڪي **ڪيڙم** ويس، آهي نہ نت نور نيارو.
(بيدل)

٤. نانگا جالن نانهن ۾ **ڪيڙا** نينهن نهال.
(بيدل)

٥. بحر عميق ۾ ڪيئي ويڙا، ڪنهن ڪنهن لڌڙو يار جو سير
(بيدل)

٦. آدم حوا مظهر منهنجو، شوقئون **ٿيڙس** شيث.
(بيدل)

٧. ذات ڇپاوت، لوڪ پلاوت، لالن **ڪيڙو** لبيس
(بيدل)

٨. پاڻئڻ **وڏڙو** پولي ۾ توڪي، هستيءَ **ڪيڙہ** هلاڪ
ڇاتي **ٿيڙين** ظاهر زمين تي عرش پڏي افلاڪ
(بيدل)

٩. پاٿون پاڻ سان **لنوڙي** جا لايءَ خاص اڇي منجهہ خاڪ
(بيدل)

**ضمير**

سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن جو ضمير خالص جي اُچار ۾

ڪجهہ قدر اختلاف آهي. اُترادي، معياري ۽ لاڙي لهجن ۾ ضمير خالص هن طرح آهن:

| اُترادي | معياري | لاڙي |
| --- | --- | --- |
| مان | مون، آءُ | آءُ |
| اسان | اسين | اسين |
| تون | تون | تون |
| تهان | توهين/ توهان | توين |
| اوهان | اوهين | آئين |
| اوهي | اُهي | اوءِ |
| هو، هوءَ | هو، هوءَ | اُو، اوءِ |

### ضميراشارو

ضمير اشاري جا ٻہ قسم آهن . هڪ ضمير اشارو ويجهو ٻيو ضمير اشارو ڏور. معياري لهجي ۾ ضمير اشارو ويجهو لاءِ هي (واحد) ۽ اِهي (جمع) لاءِ ڪم ايندا آهن. اُترادي لهجي ۾ ايهو، ايها، ۽ ايهي ڪم ايندا آهن. مثلاً:-

| معياري لهجو | اترادي لهجو |
| --- | --- |
| ١. هيءُ منهنجو دوست آهي. | ايهو منهنجو دوست آ. |
| ٢. هيءَ منهنجي ڀيڻ آهي. | ايها منهنجي ڀيڻ آ. |
| ٣. اِهي منهنجا ڪتاب آهن. | ايهي منهنجا ڪتاب آهن. |

ضمير اشارو ڏور لاءِ معياري ۾ هو (واحد) ۽ اُهي (جمع) لاءِ ڪم ايندا آهن، جڏهن تہ اُترادي لهجي ۾ اوهو ۽ اوهي ڪم ايندا آهن.

| معياري لهجو | اُترادي لهجو |
|---|---|
| ١. هوگهر رحيم بخش جو آهي. | اوهو گهر رحيم بخش جو آ. |
| ٢. اُهي وڻ اسان جي گهر جا آهن. | اوهي وڻ اسان جي گهر جا آهن. |

اتر جي شاعرن پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ ايهو، ايها، ۽ اوهي وغيره ڪم آندا آهن. بيدل سائين جي ڪلام مان ٻه مثال هت پيش ڪجن ٿا:

١-ايهو راز ڪريتو روشن علي ولي شهه مردان شير

٢-اوهو شهنشاهه، اولي عبديت جي.

**ضميرمشترڪ**

"احمد پاڻ کي ماريو." هن جملي ۾ پاڻ لفظ احمد لاءِ ڪم آندل آهي، جنهنڪري "پاڻ" ضمير آهي. هن جملي ۾ فاعل "اخمد" آهي ۽ جنهن کي مارياٸين سو به "پاڻ"آهي، تنهنڪري ڇٽبو تہ جملي جو فاعل آهي، سوئي ساڳيو مفعول آهي. تنهن ڪان سواءِ "پاڻ" فاعل احمد سان گڏجي شريڪ ٿي ڪم آيو، تنهنڪري اهو "ضمير مشترڪ" آهي. پاڻ، خود وغيره ضمير مشترڪ آهن. اُتراديءَ جاضمير مشترڪ سنڌيءَ جي معياري لهجي ڪان ڪجهہ مخلتف آهن، پر تعجب جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ لاڙي لهجي سان بيحد گهٽي هڪجهڙائي رکن ٿا. مثال طور:-

| اُترادي لهجو | معياري لهجو | لاڙي لهجو |
|---|---|---|
| مونجو، مانجو | منهنجو | مون جو |
| پان جو | پنهنجو | پان جو |
| تون جو | تنهنجو | توَ جو، تون جو |
| ڪينجو | ڪنهنجو | ڪهہ جو |

جينجو　　　　　جنهن جو　　　　　جهڙ جو

ضمير مشترڪ جي باري ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو:

ضميرمشترڪ جي مثالن ۾ "مونْ جو"، "تو جو" صورتون قابلِ توجهه آهن. معياري لهجي ۾ انهن جي بدران "منهنجو"، ۽ "تنهنجو" صورتون ڪم اينديون آهن. معياريءَ وارا لفظ تاريخي لسانيات جي روشني ۾ چند چاڻ گهرن ٿا. اهي "مهڙ جو" ۽ "تهڙ جو" جي ميلاپ سان جڙن ٿا. انهن ۾ "جو" لفظ (صورت) حرف اضافت جو مفهوم ادا ڪري ٿو. انهيءَ جي برعڪس "مون جو" ۽ "توجو" صورتن ۾ "مون" ۽ "تون" ڏار ڏار ضمير متڪلم واحد ۽ ضمير حاضر واحد آهن. ۽ انهن جي حالت فاعلي (Nominative case) نه پر حالت تغيري (Oblique case) آهي مثال طور

| حالت فاعلي | حالت تغيري |
|---|---|
| مان | مون |
| تون | تو، تون |
| اسين | اسان |

معياري سنڌيءَ ۾ "مان جو" ۽ "تو جو" توڙي "اسين جو" چوڻ ٺيڪ نه ٿو لڳي پر " منهنجو" "تنهنجو" ۽ "اسان جو" چئبو آهي. جنهن صورت ۾ "اسان" جي پويان "جو" ملايو ويندو آهي، تنهن اصول موجبَ لاڙ وارا "مون" ۽ "تونْ" جي پويان "جو"ملائيندا آهن. ۽ "مون" جو ۽ "توجو" چوندا آهن. اِها ترڪيب گرامر جي لحاظ کان غلط نه چئبي. (٧)

**ضميراستفهام**

ڪير، ڇا، ڪهڙو، ڪنهن، ڪيڏانهن، ڪوهه، ڪهه، ڪيهو وغيره ضمير استفهام جا لفظ آهن. انهن مان ڪيڏانهن، ڪوهه،

ڪهه، ڪيهو فقط لاڙي لهجي ۾ ڪتب اچن ٿا، باقي ڪير، ڇا، ڪهڙو ۽ ڪنهن اُترادي ۽ معياري لهجي ۾ ڪم ايندا آهن. اُترادي لهجي ۾ "ڪهڙو" لفظ کي "ڪيڙهو" ڪري اُچاريندا آهن. خاص طور شڪارپوري جي ننڍي محاوري ۾ "ڪهڙو" جي بدران "ڪيڙهو" اچاريو ويجي ٿو. (٨)

**ضمير موصول**

اهو لفظ جو اسم جي بدران ڪم اچي ۽ ساڳي وقت ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪري تنهن کي ضمير موصول چئبو آهي. موصول جي معني آهي ڳنڍيندڙ. مثال طور:-

١- هيءَ اُها سائيڪل آهي، **ڇا** مون سڪران آندي.

٢- هيءُ اهو جوان آهي، **جنهن** مون کي مدد ڪئي.

٣- اسان پهلوان ڏٺا، **جي** پلن گهوڙن تي سوار هئا.

هت جا، جنهن ۽ جي ضمير موصول طور ڪم آيا آهن. ضميرموصول جا لفظ هي آهن: جي، جيڪو، جنهن ۽ جن.

اُترادي لهجي ۾ اهي ئي لفظ استعمال ٿيندا آهن، سواءِ "جن" لفظ ۾. "ج" تي زبر يعني /آ/ سُر اچي ٿو. جڏهن ته معياري ۽ لاڙي لهجن ۾ "جِ" تي زير يعني /اِ/ سُر اُچاريو ويجي ٿو.

**ضمير جواب موصول**

"جيڪو-سو"، "جنهن-تنهن"، "جن-تن" لفظن جا ٽئي جوڙا هڪ ٻئي سان واسطو رکن ٿا، جي اسمن جي بدران ڪم آندا ويا آهن، انڪري ضمير آهن. هر هڪ ضميري جوڙي ۾ ٻيو ضمير پهرين ضمير جي جواب ۾ ڪم آيل آهي. يا ايئن چئجي ته جتي ضمير موصول هوندو اُتي سندس واسطيدار لفظ ضرور هوندو. اهو ضمير جيڪو ضمير موصول جي جواب يا لاڳاپي ۾ ڪم اچي، تنهن کي ضمير جواب

موصول چئبو آهي.

جهڙي طرح "جن" لفظ ۾ "ج" تي زبر ڏئي اترادي لهجي ۾ اچاريو وڃي ٿو، اهڙي طرح "تن" لفظ ۾ به "ت" زبر يعني /آ/ سُر ڏئي اچارِيو وڃي ٿو. جيڪب آباد جي آسپاس، "جن" ۽ "تن" جي جاءِ تي "جنَ" ۽ "تنَ" به اچاريو وڃي ٿو. (٩)

**ضمير مبهم**

مبهم لفظ جي معنيٰ آهي نامعلوم يا لڪل. اهو ضمير جو ڪنهن نامعلوم اسم جي بدران ڪم اچي، تنهن کي ضميرمبهم چئبو آهي. مثال طور:

١ـ ڪنهن کي خبرڪانهي تہ مينهن ڪڏهن وسندو.

٢ـ ڪي چون ٿا تہ هيل سيءُ گهڻو پوندو.

ضمير مبهم طور ڪم ايندڙ لفظ آهن، ڪي، ڪا، ڪنهن، ڪن، ڪونہ ڪو، ڪانہ ڪا، وغيره. اترادي لهجي ۾ "ڪن" لفظ جي "ڪ" تي زبر ڏيڻ يعني /آ/ سُر ملائي اُچاريو ويندو آهي، جڏهن تہ معياري ۽ لاڙي لهجي ۾ "ڪ" تي زير يعني/ اِ / سُر سان اچاريو ويندو آهي.

**ضمير متصل يا ضميري پڇاڙيون**

ضميري پڇاڙيون ضمير خالص جي بدران ڪم ايندڙيون آهن ۽ اسم يا حرف جر يا فعل جي پٺيان به گڏيون ويندڙيون آهن. مثال طور:

١ـ هيءُ ڪم ياٽس ڪيو.

٢ـ وٽم بہ رپيا آهن.

٣ـ هڪ انب ڏيوس.

پهرين جملي ۾ "پاٺس" معنيٰ هن جو پاءُ، ٻي جملي ۾ "وٺم" جي معنيٰ آهي مون وٽ. ٽئين جملي ۾ "ڏيوس" جي معنيٰ آهي هن کي ڏيو. پهرين جملي ۾ پاءُ (اسم) جي پٺيان "س" ضميري پڇاڙي ڳنڍي وئي آهي تہ هت ضمير خالص جو ڪم ٿي ڏئي. ٻئي جملي ۾ "وٽ"حرف جر جي پٺيان "م" ضميري پڇاڙي ڳنڍي وئي آهي تہ اها "مون" ضميرخالص جو ڪم ٿي ڏئي. ٽئين جملي ۾ "ڏيو"فعل جي پٺيان "س" ضميري پڇاڙي ڳنڍي وئي آهي، تہ "هن" ضميرخالص جو ڪم ڏئي ٿي. هنن مثالن مان ثابت ٿيو تہ ڪي پڇاڙيون جڏهن اسم، حرف جر يا فعل جي پٺيان ڳنڍيون وڃن ٿيون، تڏهن اهي ضمير خالص جو ڪم ڏين ٿيون، تنهنڪري انهن تي نالوئي رکيو ويو ضميري پڇاڙيون، يعني ضمير ناهيندڙ پڇاڙيون. اهي پڇاڙيون اڪيلي سر ڪم نہ ايندڙيون آهن، پر اسم، حرف جر يا فعل جي پٺيان ڳنڍيون وينديون آهن، تنهنڪري انهن کي ضميرمتصل چئبو آهي. (١٠)

ضميري پڇاڙيون سنڌيءَ جي معياري لهجي موجب هن ريت آهن:-

| | | |
|---|---|---|
| ضمير متڪلم | واحد لاءِ | م |
| ضمير متڪلم | جمع لاءِ | هون، اون |
| ضمير حاضر | واحد لاءِ | ءِ، هي، اين |
| ضمير حاضر | جمع لاءِ | وَ |
| ضميرغائب | واحد لاءِ | س |
| ضمير غائب | جمع لاءِ | ن |

ضميري پڇاڙيءَ جي باري ۾ ڪجهہ حقيقتون، اترادي لهجي جي حوالي سان پيش ڪجن ٿيون:

١- "م" پڇاڙي معياري لهجي ۾ ضمير متڪلم لاءِ ڪم ايندي

آهي، اترادي لهجي ۾ پڻ ساڳيا فعل "م" پڇاڙيءَ سان ڪم ايندا آهن.

٢ـ "س" پڇاڙي معياري لهجي ۾ ضميرغائب واحد لاءِ ڪم اچي ٿي. ان جي جاءِ تي اترادي ۾ "هنس" پڇاڙي ڪم اچي ٿي. مثال طور:-

| معياري لهجو | اترادي لهجو |
|---|---|
| پٽس | پٽهنس |
| چاٽس | چاٽهنس |

٣ـ اترادي لهجي جي شڪارپوري محاوري ۾ زمان مستقبل جي ايندس، ويندس ۽ ڪندس جي جاءِ تي ايندم، ويندم، ڪندم چوندا آهن، يعني تہ "س"پڇاڙيءَ جي جاءِ تي"م" پڇاڙيءَ لڳائيندا آهن. جڏهن تہ پڙهندس، وڙهندس، لکندس، ۽ ڪيڏندس جي جاءِ تي پڙهدم، وڙهدم، لکدم، ۽ ڪيڏدم چوندا آهن. يعني تہ انهن فعلي صورتن ۾ نون غنو ڪري ڪونہ ٿا اچارين. اِها خاص شڪارپوري محاوري جي خصوصيت آهي. باقي سموري اتر ۾ زمان مستقبل جي فعلي صورت ۾ "س" پڇاڙيءَ جي جاءِ تي "م" پڇاڙي لڳائي وڃي ٿي. اترادي جملن جي بيهڪ هنريت آهي:

(١) مان گهر ويندم

(٢) مان تو ڏي خط لکندم.

(٣) مان دشمن سان وڙهندم

۴ـ جڏهن فعل جي پٺيان بہ ضميري پڇاڙيون گڏبيون آهن تڏهن پوئين پڇاڙي مفعول جي معنيٰ ڏيندي آهي.

چيو مانِ = چيو + مان + نِ = مون هن کي چيو.

سنڌيءَ ۾ پٺين ضميري پڇاڙين جو مڪمل نظام موجود آهي، جو ٻي ڪنهن به هندآريائي ٻوليءَ ۾ ڪونه آهي. اترادي ۽ معياري لهجي جي پٺين ضميري پڇاڙين جي استعمال ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آهي، سواءِ هيٺ ڏنل مثال جي:-

| معياري لهجو | اترادي لهجو |
| --- | --- |
| موڪليندو سانس | موڪليندو مانس |
| ماريندو سانس | ماريندو مانس |
| موڪليندو سانءِ | موڪليندومانءِ |
| ماريندو سانءِ | ماريندو مانءِ |

## صفت

### صفت جا ڇهه قسم آهن

۱- صفت وصفي ۲- صفت عددي ۳- صفت مقداري ۴- صفت اشارو ۵- صفت ضميري ٦- صفت فعلي يا ڪردنتي.

اترادي لهجي ۾ صفت فعلي يا ڪردنتي جو ٿورو بيان ڪجي ٿو:

اهو لفظ جو فعل جي بنياد مان ٺهيل هجي يعني ڪردنت هجي ۽ اسم سان لڳي صفت جو ڪم ڪري، تنهن کي صفت فعلي يا صفت ڪردنتي چئبو آهي مثال طور:

۱- ڪلٺو ٻار سڀ ڪي وڻندو آهي.
۲- ٽڙندڙ گل سهڻو لڳندو آهي.
۳- وَيل ويل وري نه موٽندي.

پهرين جملي ۾ ڪلٿو اسم استقبال آهي، جو ٻار (اسم) سان لڳي صفت جو ڪم ڪري ٿو. ٻئي جملي ۾ ٽڙندڙ اسم فاعل (ڪردنت) آهي جو گل (اسم) سان لڳي، صفت جو ڪم ڪري ٿو. ٽئين جملي ۾ ”ويل“ اسم مفعول (ڪردنت) آهي جو ”ويل“ (اسم) سان لڳي صفت جو ڪم ڪري ٿو.

اترادي لهجي جي صفت فعلي يا صفت ڪردنتي جا ڪجهه روپ معياري لهجي کان ڪجهه ڦريل آهن، تن جا مثال هن ريت ڏجن ٿا:-

١- پيندڙيون ترلان ڏاڍيون لذيذ آهن.

٢- پڳلان پينان مان کان نهرائيندا.

٣- گهملان جايون پيهر چو ڏسجن.

معياري لهجي جي صفت فعلي جي لفظن”تريل“، ”پڳل“ ۽ ”گهميل“ جي جاءِ تي ”ترلان“، ”پڳلان“ ۽ ” گهملان“ لفظ ڪم اچن ٿا. هيءَ لفظ اترادي لهجي جي خاص سڃاڻپ آهن.

**فعل**

اهو لفظ جو فاعل بابت ڪجهه ڄاڻائي ۽ جنهن مان هئڻ، ڪرڻ، سهڻ، ٿيڻ يا پوڻ جي معنيٰ نڪري، تنهن کي فعل چئبو آهي. فعل جا اٺ قسم آهن.

١- فعل لازمي ٢- فعل متعدي معروف ۽ فعل متعدي مجهول ٣- فعل متعدي بالواسطه ۴- فعل متعدي بالواسطه ٻٽو ۵- فعل لازمي اٿپورو ٦- فعل معاون ٧- فعل اڪر ترڪ ٨- فعل مرڪب.

اترادي لهجي جي فعلن جا قاعدا قانون تقريباً سمورا معياري لهجي جا ساڳيا آهن، سواءِ ڪن جزوي فرقن جي جيڪي گهٽو ڪري صوتياتي تبديلين جا آهن.

١- آهين

معياري لـهجي ۾ "آهين" چون، پـر اترادي‎ءَ ۾ "آهـن" "اِن" ۽ "هن" ڪم ايندو آهي.

۲ـ آهيان

معياري‎ءَ جي "آهيان" اترادي‎ءَ ۾ "هان" ۽ "آن" ڪري ڪم ايندا آهن.

۳ـ هئو، هئا، هئس ۽ هئاسون

معياري لهجي جو "هئو" لفظ اترادي لهجي ۾ "هيو" ۽ "هو" ڪم ايندا آهن. اهڙي طرح "هئا" بـ "هوا" "هيا" ۽ "ها" ڪري اچاريا ويندا آهن. معياري لهجي جو "هئس" اتر ۾ "هوس" ۽ "هئس" ۾ بدليل ملن ٿا. "هئاسون جي جاءِ تي"هواسون" ۽ "هاسون" ڪري اچاريا وڃن ٿا.

۴ـ هيم

معياري لهجي جو "هيم" اترادي لهجي ۾ "هم" ڪري اُچاريو ويندو آهي. يعني تـ "هيم" لفظ مان / ي / نيم سُر حذف ڪيو وڃي ٿو.

۵ـ آهي

معياري لـهجي ۾ "آهي" اتـر ۾ "آ" ۽ "آهـ" ڪـري اچاري ويندي آهي. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب لکيو آهي تـ شڪارپور توڙي لاڙڪاڻي جا ماڻهو "آهي" بہ چون ٿا.

٦ـ اٿم، اٿئي ۽ اٿس

معياري لهجي جو فعل "اٿم" اترادي‎ءَ ۾ "ٿم" يعني بنا منڍ واري / آ / سُر جي اچاريو وڃي ٿو. اهڙي طرح "اٿئي" جي جاءِ تي "ٿئي" ۽ "اٿس" جي جاءِ تي "ٿس" ڪري ڪم ايندا آهن.

۷ـ ڪرن ۽ ڪن، ڪريان ۽ ڪيان

زمان حال ۾ جمع جي صورت ۾ فعل جي بنياد جي پويان "ن" ۽ ٿا ملايو ويندو آهي مثلاً

اچ + / ن / + / ٿا / = اچن ٿا

هل + / ن / + / ٿا / = هلن ٿا.

اتـرادي لـهجي ۾ "ڪـرڻ" مصدر مان "ڪـر" امر تـي / ن / ملائي ان سان / ٿا / لڳائي يعني "ڪرن ٿا" بدران چوندا آهن "ڪن ٿا". اهڙي طرح ضمير متڪلم ۾ پڻ "ڪريان ٿو" بدران "ڪيان ٿو" استعمال ڪيو ويندو آهي. "شڪارپور جي ٻولي" ڪتاب ۾ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ لکيو آهي تـه قديم زمانـي ۾ شڪارپور جي لهجي ۾ اِها (ر) موجود هئي ۽ چيو ويندو هو "ڪرن ٿا". شڪارپور واري علائقي جي پراڻن شاعرن جي شعر ۾ بہ ڪٿي ڪٿي "ڪرن ٿا" ڪتب آندل ملندو. هينئر بہ ڪي ڪي ماڻهو ڪڏهن ڪڏهن "ڪرن ٿا" چئي ويهندا آهن، پر عام طرح شڪارپوري لهجي ۾ "ڪن ٿا" چيو ويندو آهي. البت جيڪب آباد واري لهجي ۾ اجا تائين عام طرح "ڪن ٿا" چيو وڃي ٿو.

### اسم مشتق

اهي لفظ جي فعل جي بنياد يا ڌاتوءَ مان ٺهيل هجن ۽ جملي ۾ اسم جي صفت يا ظرف، يا فعل ٿي ڪم اچن، تن کي "اسم مشتق" يا ڪردنت چئبو آهي. اسم مشتق جا ۵ مکيہ قسم آهن:

۱ـ اسم استقبال ۲ـ اسم حاليہ ۳ـ اسم مفعول ۴ـ اسم فاعل ۵ـ ماضي معطوفي

### اسم استقبال

اهو لفظ جو فعل جي بنياد مان نڪتل هجي ۽ ساڳئي وقت اهو

ڏيڪاري ته ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيڻو آهي، تنهن کي اسم استقبال چئبو آهي. مثال

احمد اچ اچڻو آهي.

ڌاتو جي پٺيان "آڻو" يا "اِڻو" گڏڻ سان ٺهندو آهي. جيئن سهه + آڻو، سهڻو، وڃ + آڻو = وڃڻو.

اترادي لهجي ۾ "اِڻو" پڇاڙي ڪم ايندي آهي. جڏهن ته لاڙي ۽ معياري لهجن ۾ عام طور "آڻو" پڇاڙي ڪم اچي ٿي. خاص طور لاڙ جي طرف "اچڻو" ۽ "وڃڻو" چيو وڃي ٿو.

**اسم حاليه**

اهو لفظ جو فعل جي بنياد يا ڌاتوءَ مان نڪتل هجي ۽ ڏيکاري ته هڪ ڪم هلندي يا جاري رهندي پيو ڪم ٿئي ٿو، تنهن کي اسم حاليه چئبو آهي. مثال:

ڪريم بخش باغ مان گهمندو گهر آيو.

پار روئيندو گهر پهتو.

يعني ته فعل جي ڌاتو گهر ۾ روءِ سان "اندو" يا "ايندو" پڇاڙي ملائڻ سان اسم حاليه ٺهندو آهي. شڪارپور جي محاوري ۾ "اندو" يا "ايندو" پڇاڙين بدران صرف "دو" پڇاڙي ملائي وڃي ٿي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ هن سلسلي ۾ هيٺيون خاڪو ڏنو آهي:

| ڌاتو | معياري لهجو | اترادي ۽ لاڙڪاڻي وارو محاورو | شڪارپوري محاورو |
|---|---|---|---|
| هل | هلندو | هلندو | هلدو |
| مار | ماريندو | ماريندو | ماردو |

| گهمدو | گهمندو | گهمندو | گهم |
|---|---|---|---|
| قاسدو | قاسندو | قاسندو | قاس |
| موڪلدو | موڪليندو | موڪليندو | موڪل |

ڳهمدو، ڦردو، هلدو، وغيره فقط شڪارپوري ئي ڳالهائيندا آهن. شڪارپور شهر کان سواءِ شڪارپور ضلعي، سکر ضلعي ۽ جيڪب آباد ضلعي جا ڪي رهاڪو به ائين ئي اچار ڪندا آهن. باقي سريلي (اتر) جي ٻين ضلعن لاڙڪاڻي ۽ خيرپور ۾ ائين ڪونه ڳالهائين، پر معياري محاوري وانگر گهمندو، ڦرندو هلندو ڪري ڳالهائين. (١٣)

## حالت

گريئرسن سنڌي ٻوليءَ جون حالتون Case ڪل ۵ (پنج) ڄاڻايون آهن:

١ـ حالت فاعلي Nominative ٢ـ حالت تغيري Oblique

٣ـ حالت اپادان Ablative ۴ـ حالت جري Locative

۵ـ حالت ندا Vocative

## حالت اپادان

معياري لهجي ۾ حالت اپادان Ablative ۾ اسم جي پويان /آن/ پڄاڙي ملائي ويندي آهي. الانا صاحب مطابق لاڙ ۾ / آن / جي بدران / آ/ ملائيندا آهن. مثال ڏنو اٿائون:

| معياري لهجو | لاڙي لهجو |
| --- | --- |
| گهران | گران گهرا |
| هنڌان | هندا هنڌا |

اترادي لهجي ۾ حالت اپادان لاءِ / ئون / پڇاڙي ڪم آندي ويندي آهي. مثال طور:-

| اترادي لهجو | معياري لهجو |
| --- | --- |
| گهرئون | گهران |
| هنڌئون | هنڌان |
| توکئون | توکان |
| ماکئون | مونکان |
| پريئون | پريان |
| ورييئون | اوريان |
| آتئون | آتان |
| هتئون | هتان |
| ڪتئون | ڪٿان |
| جاتئون | جتان |
| مئون | مان |
| اوڏهون | اوڏانهن |
| منجهون | منجهان |
| ڪاڏهون | ڪيڏانهن |
| هوڏهون | هوڏاهن |

| | |
|---|---|
| اڳيئون | اڳيان |
| پويئون | پويان |
| اندرئون | اندران |
| پوئتئون | پوئتان |
| مٿئون | مٿان |
| بدرئون | بدران |

اترادي شاعريءَ مان پڻ ڪي مثال پيش ڪجن ٿا:

(١) منصور وانگي سڪ **منجهون** سر يار سوريءَ تي سڃج

(بيدل)

(٢) **ساهؤن** ويــجهو سپريــن، پــريــن نــاهــ پــري

(بيدل)

(٣) **نـيـنـهؤن** ڪــر نــظــر، جومڙوئــي محبوب آهــ.

(بيدل)

**ظرف**

اهو لفظ جو فعل سان لڳي ۽ جنهن مان ريت، جاءِ وقت يا قدر جي معنيٰ نڪري، تنهن کي ظرف چئبو آهي.

ظرف جا قسم هن ريت آهن:

١- ظرف تميز ٢- ظرف مڪان ٣- ظرف زمان ۴- ظرف مقدار ۵- ظرف اثبات ٦- ظرف استفهام ٧- ظرف خاتم ٨- ظرف تشبيه ٩- ظرف قبول ١٠- ظرف نفي ١١- ظرف اشتباهـ

### ظرف تميز

اهو لفظ جو فعل سان لڳي ۽ جنهن مان فعل واري ڪم جي ريت جي معنيٰ نڪري، تنهن کي ظرف تميز چئبو آهي. ظرف تميز جا لفظ آهن، هوريان، ڏاڍيان، آهستي، لڪ ڇپ ۾، تکو، مس مس، خبرداريءَ سان، ڇتي طرح وغيره.

اترادي لهجي ۾ ۽ خاص طور شڪارپور جي پاسي "آهستي" لفظ مان "هـ" جو آواز ڪيري ڇڏيندا آهن، ۽ "آستي" ڪري اچاريندا آهن.

### ظرف مڪان

اهو لفظ جو فعل سان لڳي ۽ جنهن مان فعل واري ڪم جي جاءِ جي معنيٰ نڪري، تنهن کي ظرف مڪان چئبو آهي. ظرف مڪان جا لفظ آهن: اندر، ٻاهر، اوري، پري، اڳيان پويان، چوڌاري، هِتي، هُتي، آسپاس، هيٺ، مٿي، هيڏي، هوڏي، جيڏانهن، تيڏانهن.

اترادي لهجي ۾ ڪن ظرفن ۾ هن طرح تبديلي ٿئي ٿي:

| معياري لهجو | اترادي لهجو |
|---|---|
| جتي | جاتي / جاٿي |
| ڪٿي | ڪاٿي |
| تتي | تاتي / تاٿي |
| جيڏانهن | جاڏي |
| تيڏانهن | تاڏي |
| اوڏانهن | اوڏي |
| هوڏانهن | هوڏي |

| | |
|---|---|
| اتاهون | اتئون |
| متانهون | متئون |
| ڪيڏانهون | ڪاڏئون |
| اڳيان | اڳيون |
| پويان | پويون |

"ڪاٿي" لفظ اترادي شاعريءَ ۾ گهڻو ئي ڪم آندل آهي. بيدل سائين جي ڪلام مان چند مثال هت ڏجن ٿا:-

(۱) ڪاٿي چاڪر چائيان، ڪاٿيءَ خاصو ريس

(۲) ڪاٿي سالڪ سڌريل، ڪاٿي عين اويسِ

(۳) ڪاٿي هندو، ڪاٿي مومن، اهو رکيائين رايو.

**ظرف زمان**

اهو لفظ جو فعل سان لڳي ۽ جنهن مان فعل واري ڪم جي وقت جي معنيٰ نڪري تنهن کي ظرف زمان چئبو آهي.

ظرف زمان طور ڪم ايندڙ لفظ هي آهن:

ڏهاڙي، هر روز، اڄ، سياڻي، ڪالهه، پرينهن، اڳي، پوءِ، هاڻي، جلد، ڪڏهن، جڏهن ، تڏهن، جهٽ پٽ، اُمالڪ، مهيني سر مهيني، سال بہ سال.

اترادي لهجي ۾ "جڏهن" ۽ "تڏهن" لفظن کي "جڏي" ۽ "تڏي" ڪري چيو ويندو آهي. شڪارپوري محاوري ۾ "هربي هربي" مستعمل آهي. معياري محاوري ۽ ٻين محاورن ۾ اهو لفظ استعمال ڪونہ ٿو ٿئي. ان جو مطلب آهي "هر وقت، هر وقت" يعني "هر ڀيري هرڀيري" بدلجي "هربي هربي" ٿيو آهي. (۱۵)

اترادي لهجي ۾ ”ڪالهہ“ لفظ ڪونہ اُچارين، پر چون ”ڪلهہ“

## ظرف استفهام

اهي لفظ جيڪي سوال پڇڻ ۾ ڪم اچن، مثلاً :

ڪٿي، ڪيئن، ڪڏهن، ڪٿان، ڇو، ڪيستائين، ڇاڪون، ڇالاءِ، ڇاڪاڻ، ڪڏهانڪر وغير.

اُترادي لهجي ۾ ”ڪڏهن“ جي جاءِ تي ”ڪڏي“ ۽ ڪٿي جي جاءِ تي ”ڪاٿي“ چيو ويندو آهي. ”ڇاڪون“ ڇالاءِ ۽ ڇاڪاڻ جي بدران ”گهڻو ڪري ”ڇو“ ۽ ”ڇا ڪئون“ ڪم اچن ٿا.

## ظرف خاتم

اهولفظ جو ڪم جي پڇاڙي ڏيکاري، جيئن تہ نيٺ، آخر، آخرڪار، قصو ڪوتاهہ، مطلب تہ، توري ۾ وغيره.

اُترادي لهجي ۾ اهي سڀ لفظ ڪم اچن ٿا. البت شڪارپوري محاوري ۾ ”انت“ لفظ گهڻو استعمال ٿيندو آهي. هي لفظ فقط شڪارپور جي محاوري ۾ ئي ملي ٿو. ڪي ماڻهو تہ ڳالهائڻ ۾ تمام گهڻو ڪم آڻيندا آهن، ڇڻ تہ انهن جو تڪيو ڪلام هوندو آهي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب انهن جا مثال ڏنا آهن.:

- جمع ڪي ڳولهي ڳولهي ٿڪجي پيم، انت وڃي هٿ ڪيومانس.

- ڪيترو لنوائي ڪيترو لنوائيندين، انت مون وٽ اچڻو پوندءِ.

### ظرف نفي

ناڪاريت ڏيڪاريندڙ لفظ کي "ظرف نفي" چئبو آهي.

مثال طور نہ، مَ، ڪين، نڪو، ڪين ڪي، ڪانہ، ڪونہ، نہ نہ وغيره.

اُترادي لهجي ۾ "نڪي" ، نڪو وغيره "نہ" جي معنيٰ ۾ ڪم ايندا آهن، ۽ ڪثرت سان استعمال ٿيندا آهن.

### حرف جر

اهو لفظ جو اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو ٻئي ڪنهن لفظ (اسم يا ضمير) سان ڄاڻائي تہ ان کي حرف جر چئبو آهي. حرف جر طور ڪم ايندڙ ڪي لفظ آهن:

وٽ، لاءِ، ڪان، تان، مان، ۾، اندر، وسيلي، سوڌو، ڏانهن وغيره.

اُترادي لهجي ۾ اڪثر ڪري"ڪان" "تان" ۽ "مان" لفظ "ڪئون" ، "تئون" ۽ "مئون" ڪري اچاريا ويندا آهن.

بيدل سائين جون ٻہ سٽون آهن.

١ـ عبديت جي آلَ، لا سان لاهــــــ وجود **تئون.**

٢ـ لڪيو لوڙي سيڪا، ڪانہ لڪئي **ڪون** ڏار.

## حرف جملو

اهو لفظ جو ٻن لفظن يا ٻن جملن کي ڳنڍي ان کي حرف جملو چئبو آهي. حرف جملي طور ڪم ايندڙ لفظ آهن: ۽، تہ، پر، ڪہ، يا، مگر، ليڪن، بلڪ، اگرچہ وغيره.

اُتراديءَ ۾ "۽" جنهن جي معياري لهجي ۾ نرالي صورتخطي

"۾" رکي وئي آهي، جڏهن تہ معياريءَ ۾ اُچار "ائين" ڪيو ويندو آهي، اُتراديءَ ۾ "ائون" ڪيو ويندو آهي. مثال طور:-

اڪبر **ائون** اصغر پائر آهن.

اترادي لهجي ۾ "يا" لفظ پڻ اڪثر ڪري "جان" ڪري اچاريو ويندو آهي. مثال طور:-

ابا! پاڻي ڪيڙهو پيئندين؟ دليءَ وارو **جان** برف وارو؟

**حرف ندا**

لفظ جيڪو جملي ۾ الڳ بيهي، سڏ ڪرڻ جي ڪم اچي يا دل جي حالت جهڙوڪ خوشي، ڏک، خواهش، ڌڪار، عجب وغيره ظاهر ڪري، تنهن کي حرف ندا چئبو آهي. حرف ندا طور ڪم ايندڙ لفظ آهن:

واه، واه واه، افسوس، هاءِ هاءِ، الا، الاڙي، هئہ، آه، شل، شال، مانَ، منَ، چي چي، هينئ، عجبا!، مار، مار پيٽي، هان، چا! شاباس، آفرين، پلي، پل، مَن، بيشڪ بيشڪ، هيڏي، سنيال، خبردار، هان! هون!، اي!، او، ڙي، اڙي، يا وغيره.

اترادي پوليءَ ۾ "شال" ڪونہ ڪم اچي، پر اڪثر ڪري چون "شل" ۽ "مانَ" بہ ڪم ڪونہ اچي، پر "مَنَ" لفظ گهڻو ئي چوندا آهن. "هينئ" لفظ بہ خاص طور اترادي لهجي ۾ گهڻو ڪم ايندو آهي. "الاڙي" سان گڏ "گهوڙاڙي" بہ ضرور چيو ويندو آهي. "او، هيڏي" لفظ سان سڏڻ پڻ اترادي پوليءَ ۾ گهڻو ئي عام آهي.

**حوالا**

(۱) علي نواز جتوئي. علم لسان ۽ سنڌي زبان ۱۹۸۳ع ص ۱۰۹

(2) Leonard, Bloom field. Language 1979 -p 207

(٣) ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي. مضمون ”سنڌيءَ ۾ نام جي گرداني بناوت“ سه ماهي مهراڻ ٢/ ١٩٦٨ع. ص ١٨٦
(٤) ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي. حوالو ساڳيو ڪتاب ص. ١٦١
(٥) پيرومل مهرچند آڏواڻي. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٦ع ص. ١٠٣
(٦) سترامداس سائل، مرليڌر جيٽلي ۽ پرسوگدواڻي. سنڌي وياڪرڻ ١٩٨٥ع ص. ١٦
(٧) ڊاڪٽر غلام علي الانا. لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ١٩٧٧ع ص. ١٥٩ - ١٦٠
(٨) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي.شڪارپور جي ٻولي ١٩٩٣ع ص - ٤٧
(٩) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي. حوالو ساڳيو ڪتاب ص.٤٩ -٥٠
(١٠) سترامداس سائل، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ۽ پرسو گدواڻي. سنڌي ويا ڪرڻ ١٩٨٥ع ص. ٣١ - ٣٢
(١١) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي. شڪارپور جي ٻولي. ١٩٩٣ع ص. ٦٢
(١٢) سترامداس سائل، مرليڌر جيٽلي ۽ پرسوگدواڻي. سنڌي وياڪرڻ ١٩٨٥ع ص. ٥٩
(١٣) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي. ساڳيوڪتاب ص -٦٦
(١٤) ڊاڪٽر غلام علي الانا. لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ١٩٧٧ع ص. ١٦١
(١٦) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي. شڪارپور جي ٻولي ١٩٩٣ع ص-٧٢

# باب چوٿون

## اترادي لهجي جي نحوياتي ڇنڊ ڇاڻ

نحو جي هڪ وصف ڀيرومل "وڏو سنڌي ويا ڪرڻ" (١٩٢٥) ۾ ڏني آهي، جنهن کي اڌ صديءَ کان مٿي عرصو گذري چڪو آهي ته به ان جي اهميت ۽ افاديت موجود آهي:

نحو معنيٰ دستور يا ريت پر اصطلاحي معنيٰ موجب علم نحو اهو علم آهي، جنهن مان خبر پوي ته جملا ڪيئن ٺاهجن ۽ هر هڪ جملي جي لفظن جو هڪ ٻئي سان ڪهڙو لاڳاپو آهي. جملن جي بناوت ۽ تفريق يا ڇيد ۽ ٻيهڪ جي نشانين بابت ذڪر سڀ نحو ۾ اچي ٿا وڃن. ڳالهائڻ جا لفظ جي اٺن قسمن جا آهن، سي ساڳيا نحو ۾ ڪم اچن ته انهن جي گڏجڻ جا قانون معلوم ٿين، جن موجب اهي صحيح ڳالهائي ۽ لکي سگهجن. (١)

انسائيڪلوپيڊيا آمريڪانا (١٩٨٧) ۾ نحو جي باري ۾ لکيل آهي:

Syntax is the part of grammar, or the subsystem of grammar, that deals with the position, order, and function of wodrs and larger units in sentences,clauses and phrases.

The ordering of morphemes and words into larger units, into phrases and clauses and sentences is the sphere of syntax. (2)

پوپٽي هيراننداڻي لکيو آهي تہ:

هر هڪ ٻوليءَ کي جملن ٻڌڻ جو پنهنجو رواج آهي، جنهن کي Syntax order يا واڪيہ ونياس چئجي ٿو..... هر هڪ جملي ۾ ٻہ حصا ٿين ٿا، فاعل ۽ مفعول Subject and Predicate يا اُديش ۽ وڌييہ ... سيني ٻولين ۾ هيٺيون ٽي ڳالهيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون:

(١) ڳالهائيندڙ ڪير آهي؟

(٢) ٻڌڻ وارو ڪير آهي ؟

(٣) ڳالهائڻ جي مراد يا مقصد ڪهڙو آهي؟

سيني ٻولين ۾لفظ جملي ۾ هيٺيان ڪم ڪن ٿا:

١- چيزن ۽ انهن جي ڪم جي سڃاڻپ ڏين ٿا. (ڪير پيئڻ سان ڪمزوري دور ٿيندءِ)

٢- چيزن، ڪمن ۽ انهن جي گڻن جو هڪ ٻئي ۾ لاڳاپو ٻڌائين ٿا.

٣- چيز يا ڪم جو نالو نہ ڄاڻائڻ جي حالت ۾ اشارا ڏين ٿا. (هيءُ، هو)

۴- اشاري کي سهارو ڏين ٿا. (مثلاً هو اهڙو تہ ڪنور آهي جو...)

۵- ڪنهن ڳالهہ تي زور ڏئي "پڪ" ظاهرڪن ٿا. (هيءُ ئي چور آهي.)

نحويات جو علم تمام گهڻي ترقي ڪري چڪو آهي. جديد لسانيات جي حوالي سان پروفيسرجتوئي صاحب لکي ٿو:

صرفيا (Morphemes) جيڪي آزاد صورت رکن ٿا، تن کي الفاظ (لفظن جو جمع) سڏجي ٿو. اهي لفظ پاڻ ۾ ملي اهڙا ايڪا ٺاهين ٿا، جي ٻوليءَ ۾ مڪمل هوندا آهن، ۽ جن جي ذريعي لساني سماج جا ماڻهو پاڻ ۾ گفتگو ڪندا آهن. لسانيات اهڙن ايڪن مان هر هڪ ايڪي (Unit) کي جملو سڏي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن هڪ ئي لفظ جملي جو ڪم ڏيندو آهي، جيئن ته "پاليو مانس" جيئن علم صرف، صرفين ان جي مختلف صورتن ۽ بناوتن سان بحث ڪري ٿو تيئن علم نحو وري جملن ۽ ان جي جزن جي بناوتن، سٽائن، نمونن، نسبتن ۽ عملن سان بحث ڪري ٿو، پر جيئن ته هڪ لفظ به ڪڏهن ڪڏهن جملي جو ڪم ڏئي ٿو، ۽ جملي جا آخرين جزا به الفاظ آهن، تنهنڪري جديد لسانيات "لفظ" کي علم نحو جو مرڪز ٻڌايو آهي ۽ نه جملي کي. علم نحو لفظن جي صورتن ۽ جوڙجڪن سان بحث نٿو ڪري، اهو ڪم علم صرف جي حوالي آهي. مگر علم نحو هن بحث کي نباهي ٿو ته ڪيئن لفظ پاڻ ۾ ملن ٿا (Cohere) ۽ جملن اندر ڪهڙو ڪارج ڪن ٿا. (۴)

اهو علم جنهن جي مدد سان فقرن ۽ جملن ۾ لفظن جي ٻيهڪ ۽ سِٽاءَ جي خبر پوي، ان کي علم نحو چئبو آهي. ڪن جملن ۾ هڪ کان وڌيڪ لفظ به ٿيندا آهن. گفتار ۾ اهڙن جملن مان ڪن ۾ وچ وچ تي نامڪمل (Non final) جهيلار به ايندا آهن. جملي جو اهو جزو جنهن ۾ ڪو نامڪمل جهيلار هجي، تنهن کي جملي جو حصو يا جزو Clause چئبو آهي. ڪنهن گفتار ۾ جملي کان سواءِ فقرا به ٿيندا آهن، هر اها نحوي بناوت جنهن ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ لفظ سمايل هجن ۽ جنهن سان جهيلار جو واسطو نه هجي، تنهن کي فقرو Phrase چئبو آهي. (۵)

سنڌي نحو جي عام ترتيب ۾ لفظن جي ٻيهڪ ۾ تبديلي تڏهن آئي سگهبي آهي، جڏهن گفتار واري جهيلار Intonation ۾ به تبديلي آڻبي. جهيلار ۾ تبديليءَ جا مثال الانا صاحب هي ڏنا آهن.

| عام جهيلار موجب ترتيب | جهيلار ۾ تبديلي تہ ترتيب |
| --- | --- |
| | ۾ تبديلي ۽ معنيٰ ۾ بہ تبديلي |
| ڇوڪر انب کاڌو | انب ڇوڪر کاڌو |
| | انب کاڌو ڇوڪر؟ |
| | کاڌو ڇوڪر انب؟ |

لفظن جي بيهڪ ۾ تبديليءَ سان معنيٰ ۾ تبديلي واقع ٿئي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن ۽ محاورن سان معياري لهجي وارا سمورا نحوي قاعدا قانون تہ لاڳو ڪري سگهجن ٿا، پر اتر پاسي ڏانهن عام گفتار ۾ جملن ۾ ڪم آندل لفظن جي بيهڪ ٿوري ترتيب ۾ ڪڏهن نراليون خصوصيتون پڻ نظر اچن ٿيون. ماٺيلي جي محاوري جي نحوي ترتيب کي نياريءَ نرالي ترتيب ڄاڻائيندي پروفيسر شيخ محمد فاضل لکي ٿو:

سنڌي ٻوليءَ کي ٻين سڌريل ٻولين وانگر لفظن جي بيهڪ ۽ جوڙجڪ جو هڪ باقاعده نظام آهي، جنهن ۾ فعل جي نحوي حيثيت کي هڪ مسلمہ مقام آهي. فعل جيئن تہ جملي جي بناوت ۽ معنيٰ جي پورائي لاءِ هوندو آهي، تنهنڪري عام طرح جملي جي آخر ۾ ايندو آهي، پر گفتگوءَ کي اثرائتي ۽ بي تڪلف بڻائڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن انهي اصول جي پيچڪڙي بہ ڪئي ويندي آهي. مثلاً معياري ٻوليءَ جي هيٺين جملن ۾ فعل پنهنجي مقرر جاءِ تي بيٺل نہ آهي. پر معنيٰ جي لحاظ کان اُهي جملا باقاعده جملن کان وڌيڪ اثرائتا لڳن ٿا.

(١) اسان تہ آهيون ٿي خدمتگارن ۾ شامل.

(٢) آيو تہ سوير هو، پر ڪم ٿڪي جو بہ نہ ڪيائين.

(٣) هيڏا نڪاءَ پيا ٿين، اندر ويندو ڪير؟

نہ رکّو فعل، پر ٻوليءَ جي ٻين لفظن کي پنهنجي مقرر مقام تي رکڻو پوي ٿو. صفت، موصوف کان اڳ ۾ اَٿبي ۽ ظرف، فعلَ کان اڳ ۾ رکبو. اهڙي طرح فاعل جملي جي ابتدا ۾ ايندو تہ مفعول، فاعل ۽ فعل جي وچ ۾ هوندو. اُهي ۽ اهڙا کيترائي قاعدا آهن، جن تي ٻولي ڳالهائيندڙن کي عمل ڪرڻو آهي، پر جيڪڏهن معنيٰ ۽ مفهوم ۾ نقص جو انديشو نہ آهي ۽ جملي ۾ پاڻ وڌيڪ دلڪشي ۽ حسن پيدا ٿئي ٿو، تہ پوءِ اهڙين پابندين تي ڌيان نہ ڏيڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي. ”ماٿيلي - اپاوڙي“ جي علائقي وارا ٻوليءَ جي سلسلي ۾ پنهنجي لاابالي طبع کان مجبور آهن. گفتگو ۾ اهڙي قسم جي بي ساختگي وٽن عيب نہ پر هنر ليکجي ٿي. قصن، ڪهاڻين ٻڌائيندي يا حال احوال ڏيندي هو جڏهن ترنگ ۾ اچن ٿا، تڏهن ويهي ڪين ٻڌجي، ائين پيو ڀانئبو تہ هنن وٽ ڪا نياري ۽ نرالي نحوي ترتيب آهي. (٦)

هن اپاوڙي تعلقي جي ڪن مختلف قومن جي ٻوليءَ جا نمونا پڻ ڏنا آهن. هت شرن جي ٻوليءَ جا چار جملا ڏجن ٿا:-

| اپاوڙي تعلقي جي شرن جي ٻولي | رائج تحريري ٻولي |
| --- | --- |
| **مان ويٺو هر بنگلي تي، آئي** | **آءُ بنگلي ۾ ويٺو هئس تہ آئي** |
| آيو جادو. | جادو آيو. |
| گهرون ويم ڏهرڪي. | گهران ڏهرڪيءَ ويس. |
| هي روانو ٿي پيو اڳنان. | هيءَ اڳتي روانو ٿي پيو. |

اترادي ٻوليءَ جو هڪ نمونو لکت جي صورت ۾ لوڪرام ڏوڏيجا، پنهنجي ڪتاب ”سڪارٿو سفر“ ۾ خاص طور ڏنو آهي. سو هت پيش ڪجي ٿو:

اسان شڪارپوري ”مان“ کي غلت ”مون“ نہ چوندا آهيون ۽ ڙ

ڪي ر يا ڏ، ز، ض، ظ جا اچار بہ مليل سليل ڪندا آهيون، تنهنڪري پاڻ ڪي صحيح سمجهندڙ نقتچين دوستن کي وڏيون وڏان سمجهہ ۾ ايندي يون. اڄڪلهہ اها ٻولي جنهن ۾ ماءُ ڏني لولي جي واهپي وڌائڻ جي هلچل جور آهي. ان لاءِ جيڪو آسوڪيال آيو تہ انہر هي ڪتاب لکان ۽ ٻائر جالاٽي جبان جو مجو چڪين پر گهٽا انهيءَ لاڪيٽيءَ لات مان واڪي نہ هوندا ۽ ٻيا سڪٽي ونڌ ڪندا تہ تتر ڏيڪاري ٻتر ڏنائين. تنهن اپرانڌ پاڻ ڪي بہ پوري ٻيٺ ڪانهي آڪر جا سال ڪاراچيءَ ۾ گجاريا ها. جماني جي هالو چالو جبان سان گباوت ڪبي تہ ٻريءَ ۾ اچبو ۽ ٻون ٻون ڪري ونندا. مڪت ۾ بگاگو ۽ ڦشاد ڪري چوندا تہ ٻاهتريءَ ۾ ڪَلَ ٽري ٽس، ڏاڪدڙ ڪان مجگ سڌو ڪرايوس. مان گريب ڪم ڪاڪتيءَ ڪري تتي تاءِ جباب ڏئي نہ سگهندس سوٻن ٻوي ايڙو مجو! هيلهہ اها ڪجالت نٿو ڪيان. ٻائر مونجو مطبل سمجهي ويندا. (٧)

هيٺ معياري لهجي ۽ اترادي لهجي جي جملن جي ڀيٽ جو فرق واضح ڪجي ٿو:-

| اُترادي لهجو | معياري لهجو |
|---|---|
| ماءُ ڏني لولي. | ماءُ لولي ڏني. |
| جيڪو آ سو ڪيال آيو. | جيڪو خيال آيو. |
| سوٻن ٻوي ايڙو مجو. | سو اهڙو مزو ٻن ٻوي. |

لوڪرام جي ڪتاب ۾ ڏنل ڪجهہ جملا بہ معياري لهجي ڪان مختلف آهن. هن جي ٻولي اُترادي آهي، جنهن ڪي عامَ اترادي ٻوليءَ جي بجاءِ هندو اترادي نمونو چئي سگهجي ٿو. ڪي جملا مثال طور هت ڏجن ٿا:

| اترادي لهجو (لوڪرام جي ڪتاب مان) | معياري لهجو |
|---|---|
| ١. هيءُ جُلد بہ مان تڙ تڪڙ ۾ | مون هيءَ جلد بہ تڙتڪڙ ۾ |

| | |
|---|---|
| ڇپايو آهي. | ڇپايو آهي. |
| ٢. ڀن ربين ۾ چانور ۽ ڏيڍ رپئي ۾ ڪٽڪ جو مڻ، هڪ رپئي ۾ هڪ سير ديسي سچو گيهه، هڪ سير باداميون، اڌ سير نج کير، چار آني سير گوشت ملندو هو. | چانور ڀين رپئي مڻ ۽ ڪٽڪ ڏيڍ رپئي مڻ، هڪ سير گيهه، هڪ سير باداميون، ۽ اڌ سير نج کير هڪ رپئي ۾ ۽ هڪ سير گوشت چئين آني. ملندو هو. |
| ٣. اهڙين ڪچهرين مان زالن کي چڙ بہ لڳندي هئي. | زالن کي اهڙين ڪچهرين مان چڙ بہ ايندي هئي. |
| ٤. اوطاق ۾ ديوان يارن دوستن سان وينو هوندو. | ديوان يارن دوستن سان اوطاق ۾ وينو هوندو. |
| ٥. رسوئي تي تڏي ٿئي. | رسوئي تڏي تي ٿئي. |
| ٦. هن مارئي موٽوءَ جو تہ اڇي متو ڦريو آهي. | هن مارئي موٽوءَ جو متو ڦريو آهي. |

مٿيان جملا حالانڪہ ڳالهايل فقرا آهن. ۽ گفتگو ۾ ڪم آيا آهن. سواءِ پهرين جملي جي. پهرين جملي ۾ ليڪڪ "مان" يعني فاعل پنهنجي مقرر جاءِ تي نہ آندو آهي. ان جو سبب بہ اهوئي آهي تہ ليکڪ جو تعلق شڪارپور يعني اتر سان آهي، ۽ مفعول يعني "هي جِلد" تي زور ڏئي، اهميت ڏيڻ لاءِ فاعل کان اڳ آندو ويو آهي، تنهنڪري جملي جي نحوي بناوت قدري مختلف بڻجي پئي آهي. سنڌي ٻوليءَ جي عام نحوي ستاءَ فاعل- فعل واري ٽوڙي فاعل - مفعول - فعل واريءَ جا عام اصول ۽ قانون هنريت آهن:

١ـ فاعل جو وڌاءُ (لڳ) پهرين ۽ فاعل ان کان پوءِ جملي جي منڍ ۾ ايندو.

٢ـ فعل هميشه جملي جي پڇاڙيءَ ۾ ايندو.

٣ـ فعل جو وڌاءُ (لڳ) هميشه فعل کان اڳ ايندو.

۴ـ فاعل کان پوءِ ۽ فعل جي وڌاءَ کان اڳ پهرين مفعول جو وڌاءُ ۽ ان کان پوءِ مفعول ايندو.

۵ـ ظرف هميشه فعل جي وڌاءَ طور ڪم ايندو.

٦ـ صفت هميشه موصوف کان اڳ ۽ ان جي بلڪل پر ۾ جاءِ وٺندي.

٧ـ حرف جر هميشه اسم، ضمير، صفت ۽ ظرف کان پوءِ ۽ بلڪل انهن جي پر ۾ جڳهه وٺندو (٨)

ڳالهائڻ دوران اترادي لهجي ۾ مٿين قاعدن جي سختيءَ سان پابندي ڪانه ٿي ڪئي وڃي. ان جو خاص سبب جهيلا ر يا Intonation آهي، جنهن جي ڪري جملن جي نحوي ترتيب ۾ فرق اچي ٿو ۽ معنوي فرق به واقع ٿئي ٿو. دراصل روز مره ۽ عام گفتار واري ٻوليءَ جو هر جملو انهن اصولن ۽ قانونن جو پابند هوندو آهي. انهن اصولن لاءِ جيڪا بنيادي سٽاءَ آهي، تنهنجا چارمقصد آهن. پهريون مقصد آهي انتخاب Slection، ٻيو مقصد آهي ترتيب،، ٽيون مقصد آهي فعل جو لاڳاپو، ۽ چوٿون مقصد آهي جهيلار يعني (Intonation) (٩)

”خيرپور ۾ خير جا ڏينهن“ ڪتاب ۾ محسن علي شاهه بخاريءَ اترادي لهجي ۾ گفتگوجا ڪيترائي جملا لکيا آهن. هڪ مثال هت ڏجي ٿو:ـ

”جيڪڏهن ڪو سيد ٿئي چريو، وتي ڪپڙا لاهيو گهمندو، اهڙي سيد کي چريو سمجهي گدو گهمائڻ بجاءِ چون ” سائين مست آهي“، ۽ رهندو وتن سڳا ڦيٽا ڪرائيندا، ان چرئي شاهه ڪئون. پر

جيڪڏهن هوندو چيڙاڪ ۽ وتندوڪک پن کي گاريون ڏيندو ۽ جهنگ جهر سان جهيڙو ڪندو، تہ ان لاءِ وري چوندا سائين صفا ڪو جلالي آ، شل نہ ڪنهن تي ڪاوڙ ڪري، جي مسڪين جو ٻار اهڙي چرئي مٿي ڦرئي سيد جي ٿيو سامهون تہ چون "ڏنئہ نامراد جا ڪم، سيد جي ٻار مان ٻہ ڪونہ مڙيو، صفا ڪو مروان نڪتو، پنهنجي قبر ۾ قيامت ٺي ڪاري ڪري ڇڏيائين! ....... اڙي ٻنيرا ٻي ٻيرا! وڃين ٿو ڏينهون ڏينهن ايمان مان نڪرندو توڪي مڙئي هن مست جي ڪجهہ دعائن جي دپ جي ضرورت آ!" (١٠)

مٿي ڏنل اترادي لهجي جي نموني ۾ ڪيترائي جملا عام نحوي بناوتن کان مختلف آهن. خاص طور هي جملا جڏهن معياريءَ سان ڀيٽ ڪجن ٿا تہ فرق واضح ٿي پوي ٿو:-

| اترادي لهجو | معياري لهجو |
|---|---|
| (١) رهندو وتن سڳا ڦيٽا ڪرائيندا ان چري شاهہ ڪئون. | رهندو ان چرئي شاهہ کان سڳا ڦيٽا ڪرائيندا وتن. |
| (٢) جيڪڏهن ڪو سيد ٿئي چريو .... | جيڪڏهن ڪو سيد چريو ٿئي..... |
| (٣) ڏنئہ نامراد جا ڪم! | نامراد جا ڪم ڏنئہ |
| (٤) وڃين ٿو ڏينهون ڏينهن ايمان مان نڪرندو | ڏينهون ڏينهن ايمان مان نڪرندو ٿو وڃين. |

مٿين جملن ۾ جهيلار عام جملن کان مختلف آهي ڇجن لفظن تي زور ڏنل آهي، سي پنهنجي مقرر ٿيل جاءِ تي وارد ٿيل نہ آهن، پر جملي ۾ اڳ ۾ يا آخر ۾ رکيل آهن، جنهن ڪري انهن لفظن تي معنوي زور ڏنل آهي. هونئن تہ اهڙا گهٽائي مثال معياري ۽ لاڙي لهجن ۾ بہ ملي

سگهندا، پر اترادي لهجي ۾ ڳالهائڻ دوران هن لهجي جي نحوي بناوتن ۾ اڪثر ڪري گهٽو ئي فرق نظر اچي ٿو. اترادي ٻوليءَ جي هڪ نمايان خوبي اِها آهي، تہ آوازن جي ادائگي چٽي طرح ڪئي وڃي ٿي، بلڪ ڳالهائڻ جو اندازسُر سان يا سُريلو هجي ٿو. اترادي ٻوليءَ جو سواد ۽ هَڳاءُ ئي ڪجهہ اهڙو آهي، جنهن جي اڳيان نحو جا قاعدا نرم ٿيو پون. تنهنڪري ايئن بہ نہ ٿو چئي سگهجي تہ اترادي ماڻهو نحوي اعتبار کان غلط ٻولي ڳالهائيندا آهن.

## حوالا


(١) ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي. وڏو سنڌي وياڪرڻ ١٩٨٥ع ص. ١٦٣

(2) Encyclopedia Amricana. Vol. 17 P-529

(٣) پوپٽي هيرانندائي. ڀاشا شاستر ١٩٦٢ع ص ١١٧ ـ ١١٨

(٤) علي نوازجتوئي. علم لسان ۽ سنڌي زبان. ١٩٨٣ع ص. ١١٧ـ ١١٨

(٥) ڊاڪٽر غلام علي الانا. سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس. ١٩٨٢ع. ص – ٦٨ـ٦٩.

(٦) شيخ محمد فاضل. ماٿيلي– اپاوڙي جي ٻولي ١٩٩٢ع ص. ٢٥.

(٧) لوڪرام ڏوڏيجا. سڪار ٿوسفر ١٩٨٠ع ص ١٠ – ١١

(٨) ڊاڪٽرغلام علي الانا. سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس. ١٩٨٢ع ص–١٧٦

(٩) ڊاڪٽر الانا. ساڳيوڪتاب ص. ١٧٦

(١٠) سيد محسن علي شاهہ بخاري، خيرپور ۾ خير جا ڏينهن ١٩٩٢ع. ص ٩٤

# باب پنجون

# اترادي لهجي تي سرائڪي، بلوچي ۽ ٻين ٻولين جو اثر

## ١- سرائڪيءَ جو اترادي لهجي تي اثر

اترادي لهجي جون پاڙيسري ٻوليون آهن - سرائڪي، بلوچي، براهوي ۽ مارواڙي. اتراديءَ جا ننڍا محاورا جيڪي سنڌ کان ٻاهر ليکيا وڃن ٿا، تن مان خاص خاص هي آهن: ماچڪي، ڪيتراڻي، جڳدالي ۽ فراڪي. انهن مان ماچڪي جو تعلق بهاولپور رياست سان آهي ۽ ڪيتراڻي، جڳدالي ۽ فراڪي جو تعلق بلوچستان سان آهي. (١)

سنڌي ٻولي ۽ اترادي لهجي سان قريب ترين ٻولي سرائيڪي سمجهي وڃي ٿي. ان جو خاص سبب ٻنهي ٻولين جي صوتياتي، صرفياتي، ۽ نحوياتي سرشتن ۾ هڪجهڙائيءَ سان گڏوگڏ لفظي ذخيره ۾ پڻ هڪجهڙائي ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهي. سرائڪي ڳالهائڻ وارا سموريءَ سنڌ ۾ آيا ۽ اچي آباد ٿيا آهن، پر اترادي لهجي جون حدون سرائڪيءَ جي مکيه ايراضي سان ملندڙ آهن. بقول پروفيسر ڪرسٽوفر شئڪل جي سرائڪي جي مکيه ايراضي وچولو پاڪستان

(سينٽرل پاڪستان) آهي. پاڙيسري ٻوليون هجڻ سبب هڪ ٻئي تي گهڻو ئي اثر انداز ٿينديون رهيون آهن. ۽ هي عمل مسلسل ٿيندو رهي ٿو. سنڌ ۾ سرائڪي ڳالهائيندڙ Bilingual آهن ۽ ٻنهي ٻولين ۾ اهڙي ئي مهارت رکن ٿا، جهڙوڪر ٻئي ٻوليون سندن مادري زبانون هجن.

سرائڪيءَ کي گريئرسن ”لهندا“ ڪري لکيو آهي ۽ لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا جي جلد اٺين جي پهرين حصي ۾ سنڌي ۽ لهندا ٻنهي ٻولين جولساني جائزو ورتواتائين. ”لهندا“ لفظ اصل ۾ ”الهندو“ آهي ۽ خاص طرح معنيٰ اٿس ”پنجاب جو الهندو طرف“ ۽ اتي جي ٻولي لهندا يعني پنجاب جي اولهندي طرف جي ٻولي سڏجي ٿي. اها ملتان ڏي ملتاني، بهاولپور ڏي بهاولپوري ۽ سنڌ ۾ سرائڪي سڏجي ٿي. سرائڪي ٻولي معنيٰ سنڌ توڙي بسنڌونديءَ جي سري يعني مٿين ڀاڱي جي ٻولي. سنڌ جو سرو يا اتر وارو پاسو خاص طور جيڪب آباد طرف ٻروچڪو ملڪ آهي تنهنڪري اها ٻروچڪي به سڏجي ٿي. سنڌ ۾ جَتَ اڪثراها ٻولي ڳالهائيندا آهن، تنهنڪري اُها جتڪي به ڪوٺجي ٿي. (٢)

سنڌيءَ جوسرائڪيءَ داردڪ ٻولين سان ناتو جي سري هيٺ ڀيرومل آڏاواڻي لکيو آهي:

صدين کان سنڌ، پنجاب ۽ ڪشمير جا رهاڪو هڪٻئي سان گهڻو لهه وچڙ ۾ آيا آهن ۽ خود ڪشمير وارو پاسو پنجاب سميت ڪيترو وقت سنڌ حڪومت هيٺ هو تنهنڪري سنڌيءَ جو انهن ٻولين سان ججهو ناتو ٿيو آهي. اڄ به ڏسبو ته سنڌي ٻولي سنڌ جي اتر ڏي اُباوڙي طرف سرائڪي يا اُيي جي ٻوليءَ جو نمونو اختيار ڪندي، بهاولپور ڏي به اهوئي ويس ڌاريندي ملتاني ٻوليءَ سان وچي گڏي آهي، جنهنڪري ايئن چئي سگهجي ٿو ته سرائڪي ٻولي جڻ ته وچون ڌاڳو يا وچ واري ڪڙي آهي، جا سنڌيءَ کي پنجابيءَ سان ڳنڍي ٿي ۽ پنجابي ٻولي اترڏي ڪشميريءَ سان وچي گڏي آهي. انهيءَ ريت سنڌ کان

ڪشمير تائين ٻولين جو ڀاڱو ڪڙو ڪڙي سان ڳنڍيو پيو آهي. (٣)

شئڪل سرائڪيءَ جا ڇهه قسم / محاورا ڄاڻايا آهن:

١ـ وسطي ٢ـ ڏاڪڻي ٣ـ سنڌي ـ سرائڪي ٤ـ اترين

٥ـ جهنگي ٦ـ شاهپوري (٤)

شئڪل سنڌ ۾ ڳالهائي ويندڙ سرائڪيءَ کي سنڌي ـ سرائڪي سڏي ٿو. هن لکيو آهي:

سرائڪي سنڌ ۾ صدين کان ٻاهران ايندڙ سرائڪي ماڻهن جي ٻوليءَ طور رائج آهي، ساڳئي وقت ادبي طور پڻ گهڻي زماني کان وڏي اهميت جي حامل ٻولي رهي آهي. سرائڪي ڳالهائيندڙ گروهه، جيڪي اڪثر ڪري بلوچ قبائلي آهن، تن جو اصل تعلق مختلف جاگرافيائي خطن سان آهي. سنڌ ۾ هنڌ هنڌ تي آباد هجڻ سبب سرائڪي ٻولي جاگرافيائي اعتبار کان پڻ مختلف لهجن جون صورتون اختيار ڪري چڪي آهي. اهڙن مختلف محاورن جو تعلق اتر طرف جي سرائڪيءَ جي مکيه ايراضي جي پنهنجي پنهنجي اصلي محاوري سان پڻ آهي ...... سنڌ جا سرائڪي ڳالهائيندڙ سنڌي ٻولي ۽ سرائڪي ٻولي ٻنهي ۾ هڪجهڙي مهارت رکن ٿا. سنڌ جي سمورن سرائڪي ڳالهائيندڙن تي سنڌيءَ جو تمام گهڻو اثر آهي. شهر جي پڙهيل ڳڙهيل سرائڪي ڳالهائيندڙن تي اجا ئي وڌيڪ گهرو اثر آهي. هيءُ اثر جيئن جيئن ڏکڻ طرف وڃبو، تهه تيئن تيئن وڌيڪ معلوم ٿيندو. جيئن تہ سنڌ ۾ سنڌيءَ جي استعمال جي همت افزائي ڪئي وڃي ٿي، تنهنڪري سرائڪيءَ جو استعمال گهٽبو پيو وڃي. سرائڪيءَ تي سنڌيءَ جو اثر صرف لفظي ذخيره تي پيو آهي ۽ صرفيات تي تمام گهٽ اثر آهي، جڏهن تہ نحويات تي تہ نہ هجڻ جهڙو اثر آهي. سرائيڪي تي سنڌي اثرات جي جڏهن سرائيڪي تي اردو ۽ پنجابي اثرات سان ڀيٽ ڪجي ٿي، تہ سنڌي اثرات گهڻو نمايان نظر اچن ٿا. (٥)

سرائڪي ۽ سنڌي ٻنهي ٻولين جا پاڻ ۾ قريبي ناتا آهن. ڪن عالمن جي خيال ۾ سرائڪي سنڌيءَ کان ١١١ هه ۾ ڌار ٿي پنهنجي علحده حيثيت ۽ مقام پيدا ڪيو آهي. (٦) ٻنهي ٻولين ۾ مکيه طور هڪجهڙايون هن ريت آهن:

١- ٻنهي ٻولين جي لفظي ذخيره Vocabulary ۾ ٩٠ سيڪڙو هڪجهڙائي آهي.

٢- ٻنهي ٻولين ۾ چوسٽا ۽ نڪاوان آواز هڪجهڙا آهن، جيڪي ٻين هند آريائي ٻولين ۾ ڪونهن، يعني ته:

چوسٽا آواز:- ٻ ، ڏ ، ڄ ۽ ڳ

نڪاوان آواز:- م، ن ، ڻ ، ڃ ، ۽ ڱ

٣- ٻئي ٻوليون عربي، فارسي ۽ بلوچي ٻولين کان متاثر ٿيون آهن.

٤- ٻنهي ٻولين جا فعل ۽ مصدر تقريباً هڪجهڙا آهن.

٥-سنڌيءَ جي اترادي لهجي ۾ / ٿ/ جو / تر / ۽/ ڊ / جو / ڊ ر/ عيوضي صوتيا آهن. هي آواز سرائڪيءَ ۾ / تر / ۽ / ڊر / جي صورت ۾ موجود آهن، مثلاً:

| معياري لهجو | اتردي لهجو | سرائڪي |
|---|---|---|
| چنڊُ | چنڊر | چندر |
| پٽُ | پتر | پتر |

٦-اڪثر هند آريائي ٻوليون ٻن سُرن جي وچ ۾ "ت" کي حذف ڪري ڇڏين ٿيون. مگر سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ موجود آهي. مثلاً:

| اردو | سنڌي | سرائڪي |
|---|---|---|
| ڪيا | ڪيتو | ڪيتا |
| سوا | سُتو | سُتا |

مٿي ڄاڻايل هڪجهڙاين لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ اهڙا اثرات هڪٻئي کان متاثر ٿيندي ٻنهي ٻولين قبول ڪيا آهن. جيئن تہ اترادي لهجي جي ايراضي سرائڪي ايراضيءَ سان لڳو لڳ آهي ۽ مسلسل رابطي ۾ آهي، تنهنڪري گهٽي ۾ گهٽ سرائڪي اثرات اترادي لهجي تي پيا آهن. اهڙن اثرن جي وچور هيٺ پيش ڪجي ٿي.

١- سنڌي ٻوليءَ جي اترادي لهجي (خصوصاً سکر ۽ اُباوڙي طرف) ۾ (ٽ ۽ ٽر)، (ڊ ۽ ڊر) آوازن ۾ (ٽر ۽ ڊر) اهڙا آواز آهن، جيڪي سنڌيءَ جي فقط ڪيڇي لهجي ۾ ملن ٿا، پر ڪڇيءَ ۾ (ٽ ۽ ڊ) آواز موجود نہ آهن. ڪڇيءَ ۾ بہ (ٽر ۽ ڊر) جا نعم البدل (تر ۽ در) آهن. (ٽر ۽ ڊر) آوازن کي ڊاڪٽر الانا صاحب مڪمل صوتيا قرار ڏئي ٿو. (٧) حقيقت ۾ (ٽر ۽ ڊر) سنڌي ٻوليءَ جي (ٽ ۽ ڊ) صوتين جا عيوضي آواز Allophones آهن. سنڌيءَ جي اترادي لهجي تي اهو سرائڪيءَ جو اثر آهي.

٢- سنڌي ۽ سرائڪيءَ جا ڪي آواز هڪ ٻئي سان متبادل آهن، جيئن :

| سرائڪي آواز | سنڌي آواز | لفظ |
|---|---|---|
| ل | ر | ٻال - ٻار |
| | | سولهان - سورهن |

٣- سنڌي ٻولي جي اترادي لهجي جي جنس مونث عدد واحد کي جڏهن عدد جمع ۾ بدلائبو آهي، تڏهن جيڪي جمع جون صورتون ملن ٿيون، انهن تي سرائڪي ٻوليءَ جو اثربلڪل ظاهر هوندو آهي. مثال طور:-

| لفظ | عام سنڌي | اترادي |
|---|---|---|
| واحد | جمع | جمع |
| ڪٽ | ڪٽ ڪٽون | ڪٽان |

| | | |
|---|---|---|
| ڪارڪ | ڪارڪ ڪارڪون | ڪارڪان |
| تنگ | تنگ تنگون | تنگان |

۴۔سرائڪي ٻوليءَ ۾ اسم فاعل جي نشاني "وال" يا "والا" پڇاڙيون آهن ۽ سنڌي ۾ "وال" يا "وارو" پڇاڙيون ملائبيون آهن. سرائڪيءَ وارو (ل) سنڌيءَ ۾ (ر) آواز ۾ تبديل ٿيو آهي:

| اسم | علامت اسم | فاعل |
|---|---|---|
| ٻچو / ٻچا / ٻچڙا | وال | ٻچڙ وال / ٻچڙيوال |
| ڪوٽ | وال | ڪوٽوال |
| سرندي | وال | سرنديال |

۵۔سنڌيءَ ۾ پهرين ڪلاس جي ٻار کي جيڪو "ٻڪي جو ڪوڙو" سيکاريو ويندو آهي، ان ۾ جيڪي انگ ڪم آندا ويندا آهن، تن ۾ جيڪو عدد شماري آهي، اهو هوبهو سرائڪي ٻوليءَ تان ڪنيو ويو آهي. معياري لهجي توڙي اترادي لهجي تي اهو اثرسرائڪيءَ جو آهي. ڪوڙو هت ڏجي ٿو:-

| | | | |
|---|---|---|---|
| ايڪ | ڏون | ڏون | (سرائڪي ۾ ڏون معنيٰ ٻه) |
| ٻہ | ڏون | چار | |
| ٽہ | ڏون | ڇهہ | |
| چار | ڏون | اِٺ | |
| پنج | ڏون | ڏهہ | |
| ڇهہ | ڏون | ٻارهن | |
| ست | ڏون | چوڏهن | |
| اٺ | ڏون | سورهن | |
| ناءِ | ڏون | ارڙهن /انارهن | |
| ڏاهہ | ڏون | ويهہ | |

۵- سنڌي اسم جن جي آخر ۾ / آ / سر موجود هوندو آهي، سرائڪي ڳالهائيندڙ اهڙن لفظن جي اُچار ڪرڻ مهل / آ / سُر تي / اِ / سُر ۾ بدلائي اچاريندا آهن. اهو اثر سرائڪي ٻوليءَ جو آهي. ڊاڪٽر الانا صاحب لکي ٿو تہ هن وقت ڪيترائي غير سرائڪي ڳالهائيندڙ سنڌي بہ اهڙن لفظن جو اچارسرائڪي اثر جي ڪري ڪندا اهن. مثال طور:-

| سنڌي اچار | سرائڪي اثر هيٺ اچار |
|---|---|
| پنجَ | پنجِ |
| سَتَ | ستِ |
| اٺَ | اٺِ |
| هٺَ | هٺِ |
| اُٺَ | اُٺِ |

اترادي لهجي تي اهڙو اثر پڻ ٿيو آهي.

٦- اهي سنڌي لفظ جن جي آخر ۾ / اِ / يا / اُ / سُر موجود آهي سرائڪي ڳالهائيندڙ اهڙن لفظن جو اچار ڪرڻ مهل / اِ/ يا / اُ / سُر کي / آ / سُر ۾ تبديل ڪندا آهن. سرائڪيءَ جواهو اثر اترادي لهجي تي چٽو نظر اچي ٿو، مثال طور:-

| سُر | سنڌي اچار | سرائڪي اثر وارو اُچار |
|---|---|---|
| اِ | سيٺِ | سيٺَ |
| اِ | راتِ | راتَ |
| اُ | سنڌُ | سنڌ |

٧- زمان حال مان زمان ماضي ۾ ڦيري لاءِ يـــا انهن جي حالــت جري،

حالت اضافي يا حالت مڪاني وغيره ۾ ڦيري لاءِ اسم جي پويان جيڪڏهنَ "اِي" سر موجود آهي تہ پوءِ آ (ءَ) سر گڏائبو ۽ ان جي پويان حرف جر اَٿبو. سنڌ ۾ سرائڪي ڳالهائيندڙ ۽ سرائڪي اثر هيٺ ڳالهائيندڙ هيءُ آخري سُر آ (ءَ) ڪونہ ٿا اچارين. مثال طور:-

| معياري سنڌي جملو | سرائڪي اثر هيٺ جملو |
|---|---|
| ڇوڪريءَ کي ماني ڏي. | ڇوڪري کي ماني ڏي. |
| ڇوڪريءَ جو ڀيءُ آيو. | ڇوڪري جو ڀيءُ آيو. |
| ڇوڪريءَ ٻار کي ماريو. | ڇوڪري ٻار ماريو. |
| بانوءَ جو پٽ آيو. | بانو جو پٽ آيو. |
| بانوءَ کي ڇيم..... | بانو کي ڇيم..... |

اترادي لهجي جي ماتيلي - اٻاوڙي جي ننڍي محاوري جي ايراضي يعني ميرپور ماتيلي ۽ اٻاوڙي طرف پڻ سرائڪي ڳالهائيندڙ ۽ سرائڪي اثر هيٺ آيل قومن تي اهڙو اثر گهٽو آهي.

٨- سنڌ ۾ سرائڪي خِطن کان ايندڙ سرائڪي ڳالهائيندڙ پنهنجا ڳوٺ ۽ واهڻ اڏيا ۽ انهن تي سرائڪي زبان جا نالا يعني سرائڪي جي نحوي سٽاءَ موجب نالا رکيائون. هيٺ اهڙا مثال ڏجن ٿا، جن جي اڀياس مان ظاهر آهي تہ اِهاسٽاءَ سنڌي زبان جي نحوي اصولن موجب ڪانہ ٿي لڳي، پر اُها سرائڪي ٻوليءَ جو اثر ظاهر ڪري ٿي:-

| سرائڪي علائقي جي ڳوٺ جا نالا | سنڌي ڳوٺن جا نالا |
| --- | --- |
| علي شير واهڻ | خانواهڻ |
| آدم واهڻ | عالي واهڻ |
| ٺل وزير | ٺل مير رکن |
| | ٺل عاقل خان. |
| نوان ڪوٽ | نئون ڪوٽ |
| شورڪوٽ | ڪوٽ غلام محمد |
| ڪوٽ ادو | ڪوٽ مير محمد |

”ڪوٺ“ جو سرائڪيءَ ۾ اسم تصغير آهي. ”ڪوٺلي“ يا ”ڪوٺله“ جيئن ڪوٺلي نجابت، ڪوٺلي لوهاران، ڪوٺله مغلان.

سنڌيءَ ۾ ”ل“ کي ڙ ۾ تبديل ڪيو ويو آهي، جيئن: ڪوٺڙي ڪبير، ڪوٺڙي وغيره. (٨)

ادبي شاعريءَ تي سرائڪيءَ جو گهڻو اثر آهي. سنڌي ٻوليءَ جي اڪثر ڪلاسيڪي شاعرن سنڌي ۽ سرائڪي ٻنهي ٻولين ۾ شاعري ڪئي آهي، تنهنڪري ٻـ ادبي شاعريءَ تي سرائڪي ٻوليءَ جو اثر پوڻ لازمي آهي. هيٺ چند ستون بيدل سائين جي ڪلام مان ڏجن ٿيون، جن ۾ ٺيٺ سرائڪيءَ جا لفظ ڪم آندل آهن:-

١ـ نـــالـــي ڳنڍي ان جي، وچي گونـــــــــــــدر غم.

٢ـ قدمـــن تـــلـــي، سر ڌري، چڙهـــــيا او آڪـــــــاس.

٣ـ ڳِهـــنُ امانـــــت عشـــق جي، جي سڏائـــــين آدم.

٤ـ تخت هـــزاري شاهـــ سڏائـــين، وچ سيالـــين چاڪ

مارنـــغارا وحدت والا، بـــيدل تـــي بـــيباڪ.

٥۔ پنهنجو پاڻ ويکن ائون وسهن،
ناميان جا ڏي کرن نگاهان.

قاضي قادن جي ڪلام ۾ پڻ ڪيترائي سرائڪي لفظن ملن ٿا. هڪ بيت تہ جڻ سرائڪيءَ ۾ چيل معلوم ٿئي ٿو:

هر هر حال ڪريندیان راڏي ڳئي وها
وج پيچو سانوڻ ستيان، لابي لنگهڻ آ.

(قاضي قادن)

اتر جي ٻين شاعرن، حضرت سچل سرمست، بيکس سائين ۽ ٻين جي ڪلام ۾ پڻ نہ صرف سرائڪي الفاظ ڪافي تعداد ۾ ملن ٿا، پر ڪيترا سرائڪي پهاڪا ۽ اصطلاح ۽ ترڪيبون پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

# ٢- بلوچي ٻوليءَ جو اترادي لهجي تي اثر

اترادي لهجي جي ايراضي يعني اتر سنڌ جي اولهه ۾ بلوچستان جو سبي ضلعو آهي. سبيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جا جغدالي ۽ فراڪي محاورا رائج آهن، جن تي بلوچستان جي ٻن مکيه ٻولين بلوچي ۽ براهوي جا اثرات مرتب ٿيل آهن. بلوچي ٻوليءَ جا اترادي لهجي سان پاڙيسرين وارا ناتا برقرار آهن، تنهنڪري اتراديءَ تي بلوچيءَ جا اثرات ٿيڻ ناگزير آهن. بلوچي زبان جو تعلق سنڌي ٻوليءَ سان عام طور ۾ اترادي لهجي سان خاص طور تاريخي طور به گهڻو گهرو رهيو آهي. ويدن واري زماني کان وٺي سنڌ ۽ قنڌار جي ماڻهن جي پاڻ ۾ گهڻي لهه وچڙ هئي. انهيءَ کان پوءِ به هندن جي صاحبي ۾ افغانستان ۽ بلوچستان جا ڪجهه ڀاڱا سنڌ جي حڪومت هيٺ هئا، انهن سڀني ڪري سنڌيءَ تي بلوچي ۽ پشتو جو گهڻو اثر ٿيو. (٩)

بلوچي ٻوليءَ ان جي محاورن لاءِ گريئرسن لکيو آهي:

Balochi means the language of Baloches and so far as it relates to Baloches of Balochistan the name is accurate enough, but there are numerous Baloches in India and probable also in Persia, who have abundoned their tribal speech and have adopted that of the people among whom they have settled.

گريئرسن بلوچي ٻوليءَ جا ٻه مکيه لهجا ڄاڻايا آهن:

(١) مغربي Westren (٢) مشرقي Eastern

اولهندي واري يعني مغربي لهجي کي مڪراني به چوي ٿو:

The Western dialect has better preserved the earlier forms of language. The Eastern has developed or decayed into a stage of which we see only sporadic beginning in the West.

The Eastern dialect, too, has borrowed words very freely from the neighbouring Sindhi and Lahanda. The Western dialect is naturally free from this temptation. When it borrows, it mostly borrows from Persian.

گريئرسن بلوچي جي لهجن جا هيٺيان نمونا ڏنا آهن:-

| | |
|---|---|
| ١- مغربي (مڪراني) لهجو (نثر ۾) | ضلع ڪراچي |
| ٢- مغربي (مڪراني) لهجو (نظم ۾) | ضلع ڪراچي |
| ٣- مغربي (مڪراني) | مڪران |
| ۴- مغربي (مڪراني) | مڪران |
| ۵- مشرقي لهجو | ديرا غازي خان |
| ٦- مشرقي لهجو | لورالائي |
| ٧- مشرقي لهجو | لورالائي |
| ٨- مشرقي لهجو | اپر سنڌ (جيڪب آباد) |
| ٩- قيصراڻي لهجو | ديره اسماعيل خان. |
| ١٠- ڪڇ جي ٻولي (نثر ۾) | ضلع ڪراچي |
| ١١- ڪڇ جي ٻولي (نظم ۾ ) | ضلع ڪراچي |
| ١٢- سنڌ جا ڳاڏڙ محاورا | ضلع جيڪب آباد |
| ١٣- سنڌجا ڳاڏڙ محاورا | خيرپور رياست |

سنڌي ٻوليءَ جي اترادي لهجي، سرائڪي جي ملتاني لهجي ۽ بلوچي ٻوليءَ ۾ ڪيترا لفظ هڪجهڙا ملن ٿا. جيئن ته بلوچ قبيلا لڏپلاڻ ڪري جيڪب آباد ۽ ملتان جي علائقن ۾ آباد ٿيا آهن، انهن جي بلوچي ٻولي مقامي محاورن تي پنهنجا اثرات وڌا آهن، جنهن ڪري مذڪوره ٻولين ۽ محاورن ۾ هڪجهڙا لفظ ملن ٿا. ڊاڪٽر مهر عبدالحق جي خيال ۾ هي لفظ ٻين هند آريائي ٻولين ۾ ڪونهن يا بلڪل گهٽ آهن. (١١) اهڙي وچور هن پيش ڪجي ٿي:

| سنڌي | بلوچي |
| --- | --- |
| أيا | ابا |
| ادو | ادا |
| آڪيرو | آکیرو |
| آلسي، آرسي | آلسي |
| آنو | آنو |
| اوجهري | اوجري |
| پولو | پوڑو |
| پيڙي | بيڑي |
| پارت | پارت |
| ڦاهو | ڦاهو |
| تنوار | توار |
| ٽورو | ٽورا |
| جَتُ | جَتُ |
| جهاتي | جهاتي |
| جهيڙو | جهيڑع |
| چٽي | چٽي |
| ڊوهہ | دروهہ |
| دڳُ | دگ |
| دلو | دلا |
| ڏنگو | ڊنگ |

| | |
|---|---|
| سانگو | سانگ |
| سنڌو | سنڌ |
| ڪير (رک) | ڪير |
| ڪوڙڪي | ڪوڙڪي. |
| ڪاري | ڪاري |
| ڪاهي | ڪاهي |
| گلر | گلر |
| لڄ | لڄ |
| مهي (لسي) | مهي |
| وٽ | وٽ |
| وٽي | وٽي |
| وڍي (رشوت) | وڍري. |

بلوچستان جي سبي علائقي جي ڪيترن شاعرن اتر جي لهجن جغداليءَ فراڪي ۾ شاعري ڪئي آهي. اهڙن ڪيترن ئي شاعرن جو احوال ڊاڪٽر داد محمد بروهيءَ پنهنجي تيسز ۾ ڏنو آهي. ان شاعريءَ جي ٻوليءَ تي بلوچي ٻوليءَ جا اثرات بلڪل ئي نمايان آهن.

# ٣- براهوي ٻوليءَ جو اترادي لهجي تي اثر

براهوي ۽ سنڌي ۾ ڪافي هڪ جهڙايون آهن. خاص طور تي اتر سنڌ جي ٻولي تي اهي اثر نمايان آهن. سنڌي زبان جي الف - ب ۽ براهوي زبان جي الف بي ۾ ٻه ڪافي هڪجهڙايون آهن. اها الفابيٽ ڊاڪٽر عبدالرحمان براهوي جي ترتيب ڏنل آهي. ٻنهي زبانن ۾ سُر آواز ٻه ساڳيا آهن، ڇو ته قديم زماني کان ٻنهي زبانن ۾ لساني هڪجهڙائي آهي.

براهوي ۽ سنڌي جي سُرن جي هڪ جهڙائي وارو چارٽ هيٺ ڏجي ٿو. جنهن مان پتو پوندو ته ٻنهي ٻولين ۾ ڪيتري مماثلت آهي.

| معياري سنڌي | براهوي | اترادي | اعراب |
|---|---|---|---|
| آهي | اي | آئي / آ | آ |
| ميکَ | ميخ | ميخ | آ |
| قدرتِ | قذرت | قذرت | اِ |
| چمرُ (ڪل) | چَرم | چَمر | اُ |
| قبضي | قئوضي | قئوضي | اِي (ء) جو اضافو |
| قَيدي | قَيذي | قَيذي | آي |
| اچي | بري | اچي | اي |
| ڪاڙهو | ڪاڙه | ڪاڙو | او |
| دونهون | وڏُ | دُوڏ | اُو |
| نمونو | ڊَول | ڊَول | آو |

براهوي ۽ سنڌي زبانن ۾ لفظن جڙڻ جا طريقا ساڳيا آهن، يعني صرفي قاعدا هڪ جهڙا آهن. خاص طورتي اترادي لهجي ۾ انهن جو اثر واضح آهي.

سنڌي جي روائتي گرامر کان هٽي ڪجهه مثال ڏجن ٿا.

| براهوي | سنڌي | سنڌي |
|---|---|---|
| **فعل** | **امر** | **مصدر** |
| ڦرينگ | ڦِر | ڦرڻ |
| پوجينگ | پوڄ | پوڇڻ |
| لگينگ | لڳ | لڳڻ |
| ڪننگ | ڪر | ڪرڻ. |

اترادي لهجي ۽ براهوي جي تڪراري لفظن ۾ هڪجهڙائي جو مثال هيٺين لفظن ۾ ملي ٿو.

| براهوي | اترادي لهجو |
|---|---|
| دم بدم | دم دم |
| وار وار | وار وار |
| اٿو مٿو | اٿو مٿو (وغيره) |

حرف ندا وارا لفظ جنهن سان غم، خوشي ۽ حيرت وغيره جو اظهار ٿئي ٿو، سي گهڻو ڪري براهوي ۽ اترادي لهجو ۾ ساڳي طرح اچاريا وڃن ٿا سواءِ ٿوري گهڻي فرق جي، مثلاً:

| اترادي لهجو | براهوي |
|---|---|
| وهم – واهم | وهم – واهم |
| مار! | مار! |
| آڙي ! | اڙي ! |

| | |
|---|---|
| ھاءِ ھاءِ | ھئي ھئي |
| حيف | حَيفَ |
| ٿو | ٿف |
| ٻڏ (ٻڏي مر) | ڏُب (وغيره) |

اھو طئي آھي تہ ٻوليون ميل ميلاپ ذريعي ھڪ ٻئي تي اثر انداز ٿين ٿيون. براھوي قبيلن جي لڏپلاڻ سڄي سنڌ ۾ ٿيندي رھي ٿي. خصوصاً اتر سنڌ جي علائقن ۾ بلوچستان جي سرحد جي ملڻ ڪري گھٽي ٿيندي رھي آھي. ان ڪري ڪيترا لفظ ٿوري فرق سان ٻنھي علائقن ۾ رائج آھن. جھڙوڪ:

| براھوي | اترادي لھجو | |
|---|---|---|
| جِند | جِند | (پاڻ) |
| ميهي | مينهن | (جانور) |
| ڪُنجي | ڪنجي | |
| دِلو | دِلو | |
| ڊو | ڏوئي | |
| ڊِڪڻ | ڍِڪڻ | |
| پڪوِ | پکو | |
| دير | ڪير | وغيره. |

ڊاڪٽر بلوچ جي راءِ آھي تہ انھيءَ امڪان کان انڪار نٿو ڪري سگھجي، تہ قديم دور جي مُنڊا دراوڙي ٻولين توڙي موجوده دور جي پاڙيسري ٻولي بروھڪي جا ڪي الفاظ سنڌي ۾ رائج ٿي چڪا آھن. (١٠٢)

## حوالا

(١) ڊاڪٽر داد محمد بروهي. سبيءَ جي ٻولي ١٩٩٢ع.
ص -١٠

(٢) ڀيرومل مهر چند آڏواڻي. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٦ع.
ص- ٨٢

(٣) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي. ساڳيو ڪتاب ص- ٨٥

(4) Shackle, C. The Siraiki Language of Central Pakistan. 1976. p 7-8

(5) Shackle, C. I bid p. 174

(٦) مهر عبدالحق. ملتاني زبان اور اسڪا اُردو سي تعلق. ١٩٦٧ع.
ص- ٢٧١

(٨) ڊاڪٽر غلام علي الانا، ساڳيو ڪتاب ص. ٢٥٨ - ٢٦٠

(٩) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ١٩٥٦ع. ص. ٨٨
- ٨٩.

(10) Grierson. G. A Linguistic Survey of India.

(١١) ڊاڪٽر مهر عبدالحق. ملتاني زبان اور اسڪا اردو سي تعلق،
١٩٦٧ع. ص ٢٨٣ - ٢٨٥

(١٢) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ.
ص ١٤.

# باب ڇهون

# اُترادي لهجي جو لوڪ ادب ۾ حصو

سنڌ جو لوڪ ادب سهيڙڻ لاءِ لوڪ ادب رٿا پاران سنڌي ادبي بورڊ چاليهن کان متي جلد شايع ڪيا آهن، جنهن جو سهرو سنڌ جي نامور ڏاهي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سر تي سونهي ٿو. هن صاحب لوڪ ادب جو مواد سموري سنڌ مان ڪٺو ڪري ڇنڊي ڇاڻي، تدوين ڪري، وڏيءَ عرقريزي بعد سنڌ واسين کي آڇيو آهي. سموري مواد ۾ اتر سنڌ جو بہ اوترو ئي حصو آهي، جيترو لاڙ يا ٻين حصن جو. لوڪ ادب جون سموريون صنفون اتر ۾ بہ گهڻيون ئي مشهور ۽ مقبول آهن. سگهڙن ۽ سخنورن جون مجلسون صدين کان هلنديون اچن ٿيون.

اترادي لهجي ۾ ڪيل عوامي شاعري ۽ لوڪ ادب جي ٻين صنفن کي جن عالمن ۽ اديبن جاکوڙ ڪري گڏ ڪري ۽ تحقيق ڪئي آهي تن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر اياز قادري، غلام رسول جتوئي، ابن حيات پنهور، محمد حسن مشتاق، محمد عالم شورو، رائچند راٺوڙ، معمور يوسفاڻي، محمد سومار شيخ، منگهارام اوجها، محمد فاضل قائمي، حاجي لونگ، احمد خان آصف، چيٺارام، شير محمد شڪارپوري، محمد صالح منگي، محمد عمر راڄپر، رحمت الله، باغ محمد جوکيو، محمد صالح سمون،

مقبول احمد بلوچ، مولوي بخش علي جتوئي، امام بخش ڪندراڻي، شمن پرڙو ۽ ٻيا اهم نالا آهن.

سنڌي لوڪ ادب جو اهو ذخيرو اڄ به ساري سنڌ ۾ شادين ۽ غمين جي موقعي تي ڏاڍي چاهت سان ڳايو وڃي ٿو. انهن لوڪ گيتن ۾ سادا الفاظ ۽ زبان تي پاڻ هرتو تري ايندڙ ٻول سندن جاذبيت جو سبب آهن. لوڪ ادب جو ذخيرو تمام گهڻو آهي. خصوصاً اتر سنڌ ۾ ڪتابن کان ٻاهر عوامي ماڻهن ۽ سگهڙن جي سينن ۾ اهڙو ذخيرو محفوظ آهي. اسان جي پنهنجي ننڍپڻ جي ڏينهن ۾ جيڪي ٻاراڻا ٻول، لوليون ۽ گيت ۽ ڳجهارتون وغيره، اسان جون وڏڙيون، رات جو ٻڌائينديون هيون يا جيڪي ٻول روزانه راند روند دوران، اسان پنهنجي هڪ جيڏن سان آلاپيندا هئاسون، اهي اڄ به اسان جي ذهن تي اڪريل آهن. انهن سيني صنفن ۾ اترادي محاوري جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. چوته اهي سڀ گيت سنڌ جي مٿاهين حصي يعني اتر سنڌ ۾ اسريا، نسريا ۽ ڳاتا ويا ۽ اڄ به اهي هتي ايترو ئي مقبول آهن. جيئن ته اتر سنڌ جي ٻولي تي سرائڪي، بلوچي ۽ براهوي ٻولين جو اثر به آهي پر خاص طور تي سرائڪي جو اثر وڌيڪ آهي. تنهنڪري اسان هتي مروج سنڌي - سرائڪي مان ڪي مشهور اترادي لوڪ گيت به نموني طور ڏينداسين. اترادي لهجي جي لوڪ ادب تي جدا ڪم تي سگهي ٿو.

هيٺ لوڪ ادب جي ڪجهه صنفن جا نمونا پيش آهن.

## سروز

هي گيت ڪرامتي بزرگن، ولين، پنج تنن جي ساراهه، شادي، ٻاس ۽ مينديءَ جي موقعي تي، خاص طور عورتون شادي واري رات جاڳرتو يا جاڳو ڪري ڳائينديون آهن. سخي سرور جي مزار ديره غازيخان جي پر وارين پهاڙين ۾ آهي. هتي جيڪو سرور جو گيت ڏجي ٿو اهو سرائڪي ۾ آهي.

الا! اول سوران مــــين بـــــرهـــــي خدا،

الا! تـــنـــهـــن تـــي سوران مـــين نـــبـــي رسول،

الا! كـــلـــمان جنـــهـــن دا پـــيا هـــي قبول.

الا! تـــنـــهـــن تـــون سوران مـــين سرور پـــير،

الا! سكيان نـــديـــان وهـــنـــدا هـــي كير،

الا! سرور دي گهر وڃدي هـــــي شاهـــــي،

الا! سرور جمـــلـــي دي آس پـــڄائـــي.

## ڏور

اترادي لهجي ۾ چيل ڏور جا بيت بہ ججها آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اتر جي سگهڙن ۽ شاعرن جن ڏور جا بيت ڇپيا آهن، تن جا نالا هن ريت ڏنا آهن:

خدا بخش ابڙو (تعلقو ڪنڌڪوٽ) محمد قاسم ڪتي (رفيق مهيسر تعلقو خيرپور) سيد حسين شاهہ (ٺٽ تعلقو روهڙي) قادر بخش راڄپر، الهہ بخش مگڻ (گهوگهارو) مريد جت (بخش جتوئي) خاقل پرڙو (ميرپور پرڙو) واحد بخش شيخ (شڪارپور) فريد خان گڏائي (گهوٽڪي) مراد لاشاري (تعلقو روهڙي) شاهنواز ڪتوهڙ، عبدالرحمان مهيسر، گل بهار ڪتي ۽ محمد عمر سومرو (خيرپور ضلعو) (١) ڪي چونڊ ڏور جا بيت هت ڏجن ٿا، جن ۾ اترادي لهجي جون خصوصيتون نمايان نظر اچن ٿيون.

پيسي ڪؤن پري هو، سو نہ هزارين هوءِ،

ساري ڪري ويو سَوَ ڪان، سو سري ڪنئي پوءِ،

سَوَ مان ڪسيرو ٿي ڪين ٿيو، هولڪ ڪان لنگهي ويوءِ،

ڪي حصا ڪروڙ ڪان ويو، پدم پاند نہ پوءِ،

اهي اتس يار "اڏيو" چئي، اهي سالڪ سمجهي ڏيوءِ،
سون سيوئـــــي توءِ، اڱڻ آئـــــي عجيـــب جي.

(اڏيو مهر)

عمر ڪـــــديي مارئـــي، **ڪوٽان** اچي ڪـــــري،
پـيو شابـس جڳ ڪـري، عمر ڪـي اڪـن چئـي.

(اڪن ڪٽوهڙ)

ڪـاهيـنـدو ويـو ڪـيـچ ڏي، اهـو جت جيڏيـون،
**صندوقان** سرواٽـن ڪـي، ڪـلـهـن تـي ڪـيڏيـون،
اتـن تـي "الـهڏنـو" چئـي، آهـن مال مڏيـون،
قبي ۾ ڪـاهل ڪـي لـنـگهيا، سال ڪـئين صديـون،
انـهـيءَ ويـل اديـون! گڏيـس محـب "مهر" چئـي.

(الهڏنو مهر)

ڪـتـو هـو ڪـامـڻ سان، مانـجهـيءَ سان مقدر،
خبر پـــڌي خان جي، متايـــائـــين انـــگ اڪر،
پوءِ راضي آهي رهبر، اهڙي عاشق تي امام بخش چئي.

(امام بخش جلباڻي)

**ڏي** مارئـــي مارن ڪـــي، تـــون عمر چام امير،
پلي سانگي سڪيا هجن، پيا گهمن منجهه ملير،
تـنـهـنجو نـانءُ ڪٽي نـيڪـي، پيا ڪـندا نـر نـظير،
سومري سڏيـر، ڏنـي **اجڙوال** "امير بـخش"چئـي.

(امير بخش ڪٽي)

جانب سان انهيءَ جاءِ تي، ڪٿا هٿا ڪيئي،
گوهر جي گودڙئي ڪي، هوءَ وٺي سا ويئي،
پوءِ سچي حقيقت حال جي، وڃي پالهه کي پيئي،
درس اها ويهي، برسايائون ”باغ“ چئي.

(باغ)

مند پئي مامري، آئي اجهل هٿ عورت،
اوڏو جڏهن اصيل ٿيو، ڏٺائين جمالي جاوت
پاسي ڪيائين پهنوار ڪڻون، اها عداوت
هن ڪري صبوريت، اچي مامَ مچي مهر چئي.

(بهاول مهر)

## سنڌي قصا

عمر مارئي جي قصي جو واسطو ڄالانڪ ٿر جي علائقي سان آهي پر ان قصي کي ساري سنڌ ۾ ڳايو وڄايو ويو آهي. اتر جي ڪيترن شاعرن عمر مارئي جا بيت چيا آهن. اهڙن بيتن جي ٻولي اُترادي آهي. اُترجي جن شاعرن ”عمر مارئي“ تي بيت چيا آهن، تن مان جن کي لوڪ ادب جي رٿا هيٺ قلمبند ڪيو ويو آهي، تن جا نالا هي آهن: وريل (تعلقو روهڙي) علي شير جاگيراڻي (تعلقو روهڙي) محمد عارف ڪلهوڙو، صابر شر (تعلقو اٻاوڙو) شيخ (تعلقو اٻاوڙو) نالي چڱو (تعلقو صادق آباد) (٢) اُترادي لهجي ۾ قلمبند ڪيل اهڙا ڪي چند بيت هيٺ ڏجن ٿا:

سوين آنديون سومري، لنڊيون منجهؤن لوڪ،
ڏس عمر رنگ الله جا مينهن لاتي موڪ،
ويندئي شهر الوٺ تي تنهنجي گهوڙي سوڏا گهوٺ،
صفا تنهنجا ساڙيان، تو ڪارا اڏيا ڪوٺ،
پوءِ مانجهي ڏيئي موٺ، اهي گم تي ويا غار ۾.

(وريل)

پچر ڦتي ڪر پيڪن جي، تون مارن ڌهون مٺ،
پارس سان پاسو لڳو تي، ڳوءِ اها تون ڪٺ،
ور نہ لهنديڻ مون جهڙو نتي سمجهين چٺ،
خوشيءَ سان تون ڪاءُ پيءُ، خيال ندورا لٺ.

(علي شير جاگيراڻي)

اڻاوهين رات عمر اچي نر چيس نسري،
تہ من لائي مارئي سڻ منهنجي خبر ڪري،
جو مان تو منٿان ڪريان اچي تو وٽ وري وري،
تہ بہ اثر جي ڪانہ اندر اٿئي ظاهر هڪ ذري.

(محمد عارف ڪلهوڙو)

عمر ساڻ نـــــــــــ، سومرو، عمر روڙو راءِ،
ڪٿـــي آيـــو ڪوهـــ تـــان، ڏڪو ڏيـــئـــي ڏاءِ،
پـــيءُ ٻـــنـــهـــي جو هـــيڪڙو، عمر پانـــيان پاءِ،
ســس نــ ڪـنـديـس سومرا، عمر تـنـهـنـجي ماءِ،
جهـــلـــنـــدو ٺـــي الله ڳهلا! انـــهـــيءَ ڳالـــهہ ڪئون.

(نامعلوم)

رقعو مڪائين روح ڪئون، جڏهـن هـيڙو وار سمار،
ڪـاهـي ويـس عمر ڪـوٽ تـي اڳيئون هـو قربـدار،
موٽائي مان ڪـي ڏنـئـين، مان ٽيـس بـاغن ڪان بـهار،
مامَ ڏنم تـنـهـنجي مارڻ ڪـي، پوءِ ميـم انـهـيءَ وار،
تنهنجي ڪامڻ قربدار، جيڪا مهٽي ساڻ مري وئي.

(نالي چڱو)

سسئي پنهون جو قصو پڻ عمر مارئيءَ جيان سموري سنڌ ۾ رائج آهي ۽ هڪ جيترو ئي مشهور آهي. هت "نالي چڱي شر" جي چيل بيتن مان چند بند پيش ڪجن ٿا، جن ۾ اترادي لهجي جون ڪي خصوصيتون موجود آهن:-

چئي؛ ڪهڙي ويڏن توسان، تنهنجو ڪاٿي ساٿ لٿيو،
چئي؛ ساٿ سلامت هتڙي، مان ڪئون پلي هوش ويو،
هڪ صورت جي سهٽي آ، جيئن ڪنوڻ ڏئي تجلو.نڪي آرام
اڪـين ڪـي، مـنـهـنـجي ليٽئون نـــير وهـــن،

مرن ماٺــڪ ماٺــهوئــڙا، مــنــهــنــجا ڇپر پــيا ڇلــن،
ڀــڏي ڀــهڪان اٺــن جون، هــي ڀــوڻــيون نــا پــنجن،
نــہ هــئــي نــڪــاهــہ نــيٽــن ۾، جي اٿــي اوڀــر ڪــن،
هــاڻــي تــڪــي تــڙن ڏي، اهــي اڪيون اڄ مرن،
اهي هوت حيات هئن، جيڪي چوري رات چڙهي ويا.
چوريءَ رات چڙهــي ويــا، پــاڙي مــنــجهان پــريــن،
ڏســي پــير هــوتــن جا، هــيــنــڙو پــيــر ڇٽــي،
ويندي‌س پويٺون پــنهــل جي، مان هٿئون هــڪ ڇٽي،
ڪــونــهــي ڏوهــہ ڪــنهــن جو اڇي بــندي بــاب بــٽي،
هــڪ ٽڏا ڀــنيو ٿاڀــا، ڀــوءِ چاٽــي پــاڻ ڏٽــي،
جي الله هــيءَ وٺــي، تــہ ڏوريــنــديــس ڏڪــن ڪــي.

## لوڪ گيت:

ڪن سبوجهن جي دل تي جيڪي گذري ٿو ۽ زبان تي جيڪي تري اچي ٿو، سو لئي جي آڏار تي ٻولن جي شڪل اختيار ڪري لوڪ گيت بڻجي ٿو. سنڌي لوڪ گيت سنڌي ثقافت ۽ سنڌين جي عوامي ادب جو آئينو آهن، جن ۾ سنڌ وارن جي عام زندگيءَ جو عڪس نمايان نظر اچي ٿو. عوامي ٻولن ۽ جذبن جو هيءُ عظيم سرچشمو روايتي شاعرانہ تصور کان خالي هئڻ جي باوجود سهڻن، نماڻن ۽ سادڙن خيالن سان ڀرپور آهي.(٣) لوڪ گيتن جون روايتون سموري سنڌ مان ملن ٿيون. لوڪ گيتن جي ٻوليءَ تي پڻ مقامي محاورن جو اثر ٿئي ٿو. جيڪي لوڪ گيت سموري سنڌ ۾ رائج آهن، انهن جون جيڪي روايتون اتر مان مليون آهن، تن تي بہ اترادي لهجي جو گهڻو ئي اثر

آهي، يعني تہ ڪيترائي بند اترادي لهجي ۾ چيا ويا آهن ۽
لوڪ گيت ۾ شامل ڪيا ويا آهن، مثال طور هو جمالو ساري سنڌ ۾
مشهور ۽ مقبول لوڪ گيت آهي. اتر سنڌ ۾ هو جمالو لوڪ گيت ۾
اترادي لهجو ڪم آندل آهي، اهو مشهور لوڪ گيت پيش ڪجي ٿو:-

مــنــهــنــجو جمالــو جتن سان، هــو جمالــو،
جيجان جمالو.
لڙي ايندو لاڙ ڍنهون، هــو جمالــو، جيجان جمالــو.
ڪتــي ايــنـدو خير سان، هـو جمالــو، جيجان جمالــو.
ايـنـدو بـنـدر بـريـج تـي، هـو جمالـو، جيجان جمالـو.
لـهـي ايـنـدو ريـل مؤن، هـو جمالـو، جيجان جمالــو.
لـهي اينـدو لاريءَ مؤن، هـو جمالــو، جيجان جمالـو.
جيڪو رتـو وتـي روح ۾، هو جمالـو، جيجان جمالـو.
ايندو سڪر واريءَ پل تي، هو جمالو، جيجان جمالو.
منهنجو جمالو جتن سان، هو جمالو، جيجان جمالو.

لوڪ گيت "ڇلو" پڻ اتر ۾ خاصو مشهور آهي. ڪافي
روايتون سرائڪي جون ملن ٿيون. اترادي لهجي وارو هڪ لوڪ گيت
"ڇلو" هن ريت آهي:-

ڇلــــو پــــائـــــي پــــيهان، ڪـــــري روح ريهان،
هـــــي هــــــــي ڪــــــوڪـــــان ڪيــهان.
جدا ٿيو آ جانـــــــي، آهــــــي دل ديــــــوانـــــــي.

چلـو موجون ماڻـي ويـنـديـس نـيـٽ ابـاڻـي،

سانـــجهـــي يـــا سياڻـــي.

مـنـهـنـجا مارو موچارا، آهـن جيءَ جيارا،......

چلـو چاهـي چاهـي، وچان كـيـچ كـاهـي،

جتـــي پـــنـــهـــل آهـــي.

ڏونـگـر كـي ڏوريـان، ونـدر كـي ووڙيـان،.......

چلـــو دلـــبر جو گوهـــر، سهڻو سائـــين دلـــبر،

مـــلـــيـــس چاڻ ميهر.

اهـا گهڙي تيـنـدي، ڏاڍي خوشـي تيـنـدي......

چلـــو ميـــنـــا كـــاري.......

هـل تـہ هـلـون سيتان، سهڻيون تـنـهـنجون ريتان،

جانـــي مورو ويـــنـــي ڳايـــان.....

هـل تـہ هـلـون كـاڇي، جانـب هـونـدو جاڙـي،

جانـــي مورو ويـــنـــي ڳايـــان.....

هـــل تـــہ هـــلـــون دادو، جانـــب لاڻـــر جادو،

جانـــي مورو ويـــنـــي ڳايـــان.....

هـــل تـــہ هـــلـــون كـــڇي، جانـــب جو سر بـــچي،

جانـــي مورو ويـــنـــي ڳايـــان.....

سنڌيءَ ۾ لولي ۽ بلوچي ۽ براهوي ۾ ليلڙي چون، هن ۾ عشق ۽ محبت كان علاوه نصيحت، صبح تي روانگي، پاڻي پرڻ، مال چارڻ ۽ ٻار كي سمهارڻ، ريجهائڻ وارو مواد هوندو. هي اتر سنڌ جي ماڻهن جو وڻندڙ گيت آهي.

ويندا جو پيائين، تيڏي هٿ وچ کهاڙي،
قسم هي خدادا، ول آوين پوياڙي،
ڏولڻ لولي....
ويندا جو پيائين، ڏني ويندائين لڙائي،
مين جو کتجان، تيکون خبر نہ کائي،
بگا لولي....
اڏريان ني کونجان، وچ لٽيان ني روهڙي،
دلبر دي در تي، ٻهسان مين نهوڙي،
الا لولي....
اڏريان ني کونجان، وچ لٽيان ني روهڙي،
سوني دي پيجري وچ، لالان دي جوڙي،
بگا لولي....
اڏريان ني کونجان، لٽيان ني روهڙي،
هک محب ميڏا، ڏوجهي گلڙيان دي جوڙي،
الا لولي....

سنڌ جي مشهور اديب ۽ شاعر نياز همايوني جي لکيل لوليءَ جو نمونو.

لولي، لولي، لولي، الو،
سانت سک جي ٻولي، الو،
جوين تنهنجو جهنگ جي گل جان،

واءُ نـــہ لـــڳيـــس شـــل اولـــي، لـــولـــي....

ڇاتـــــي ڳچين تو ســـــڪـــــٽا بـــــادل،

تـــو وٽ ڇاٽ نـــہ ڇولـــي، لـــولـــي....

مرڪ جنـــين جي پـــرهـــہ جي مـــڪـــڙي،

ماڻ تَـنـہ انـــهـــن جي ڳولـــي، لـــولـــي....

هڪ واقعاتي لولي جنهن ۾ جيڪب آباد ضلعي جي اُنڙ واهہ، ڪنڌڪوٽ ۾ بيگاري واهہ جو ذڪر ٿيل آهي. هن لولي ۾ عارب ۽ نوران جي ويڇوڙي جو احوال اوريل آهي.

عارب جي هـــونـــدي نـــوران پـــتڙو هـــنـــدايـــو،

عارب مري ويـــو، نـــوران ويـــس مٽايـــو،

جانب لولي....

انـــڙ جي ڪـــپ تـــي، نـــوران لـــٿا ٿـــي ڏوئـــي،

اهـــي جايـــون ڏســـي، نـــوران رت پـــئـــي روئـــي،

جانب لولي....

واهـــہ انـــڙ ڏاڍو وهـــــي ٿو پـــــورن ۾،

عارب مري ويـــو، نـــوران پـــئـــي سورن ۾،

سانول لولي....

گرڙي گهوڙي مٿان، گـــلـــــڙن جو گاشو،

چڙهـــي ڏسان ڪـــونـــي تـــي، عارب جو لاشو،

لولي....

ميرن پيرن جو اڳي پاڻ ۾ تنازو،

جنهن عارب ماريو تنهن جو ڪفن نہ جنازو

جيڏا لولي....

بورڻ گهوڙي جنهن تي عارب چڙهيو آ،

عارب جو لاشو سچو رت رڱيو آ،

محرم لولي....

بيگاري پٺاري، جنهن ڪي تي سوسٽ گهير،

حيف آهي پيڻ ڪي، جنهن نہ ورتو ڀاءُ جو وير،

بگالولي

پيل فقير جنهن جي درگاهہ لوڊرن جي ڳوٺ جي پرسان تعلقي شڪارپور ۾ آهي. تنهن جي لوليءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

ميخان سي محبت جون، اندر جيءَ جڙيون،

ڪڏهن آڪان ڪين ڪي، جيڪي ڪاريگر ڪڙيون،

من ۾ روز مڙهيون، جيڪي هٿ سان هوت ڪٽي ويو،

تون آ سکهو شل راضي رب ٿيندو، ڊولا لولي....

## لئيڪو

هي گيت اصل ۾ بلوچستاني آهي. جيئن تہ اتر پاسي جون حدون بلوچستان سان بہ ملن ٿيون. اتان جا براهوي ۽ بلوچ قبيلا سياري ۾ لڏپلاڻ ڪري هتي ايندا رهندا آهن، جنهن جي ڪري هي گيت هتي اسريو.

پکي چيهو، لالڻ! ڪاگهڙي بيهو،

لالڻ لئيڪو چونداسي.

وچان هيت، لالڻ! موٽندو نيٽ،

لالڻ لئيڪو چونداسي.

پير باري، لالڻ! جي مجيم ياري،

لالڻ لئيڪو چونداسي.

## رومال:-

هي گيت اتر پاسي خاص طور ڳايو ويجي ٿو. سرحد، پنجاب ۽ بلوچستان جي زبانن ۾ به ڳايو ويجي ٿو. رومال جي خاص نشاني طور مٽ سٽ ٿيندي آهي. هن گيت ۾ بيقراري، وڇوڙي ۽ محبوب جي تعريف جا مضمون شامل هوندا آهن.

**هڪنمونو:-**

سائينڪل واري سنهڙي ڪي، ڪلهي تي **رومال** آ،

ڪلهي تي **رومال** آ، سوا روپئي وال آ، سوا روپئي....

**ٻيونمونو:-**

سهٽا پنهنجي هٿ جو رومال ڪنهن ڪي نه ڏي،

ڪنهن ڪي نه ڏي، دنيا ڏاڍي **ڏلڳي ٿي.**

## قافيون

عوامي شاعري ۾ قافيءَ جي صنف سڀ کان وڌيڪ مشهور ۽ مقبول آهي. سنڌي شاعريءَ جي صنفن مان ”قافين ڪلامن“ جو مواد گهٽي ۾ گهٽو آهي. ڪيترو سارو ته قلمبندبه ڪونه ٿي سگهيو آهي. لوڪ ادب سلسلي ۾تمام گهڻو مواد جمع ٿيو هو، جن مان چونڊ ڪري ٽن ضخيم جلدن ۾ قافيون پيش ڪيون ويون آهن. اتر سنڌ ۾ قافين چوڻ ۽ قافين ڳائڻ جو رواج تمام گهڻو آهي. اترادي لهجو قافين

ڪلامن ۾ ظاهر ظهور موجود آهي. ڪن مکيہ شاعرن جي قافين مان مثالي بند پيش ڪجن ٿا. جن ۾ اُترادي لهجي جون خصوصيتون موجود آهن:

١۔ ديدان ديدن سان اڙي ويون، هاٿي چشم ڪير چوري
دام زلف جا قابو جو پيڙا، ڪير سگهي ڇني ڇوڙي
ابرو واريون تيزتراريون، سيني هينون جانب جوڙي
پيڪان پنبڙين جا هن نذر ڪي، ذوست ڏنا آهن ڪوڙي
عشق اوهان جي آتش لائي، نينهن وڏو آهي نهوڙي.
اگهڻ اسان جي آءُ پيارا، قدم قدم تئون وڃان گهوري
تو بنا سُهڻا حال اندر جو، ڪنهن سان نذر ويهي اوري
"راض محمد" کي راتيان ڏينهان، سڪ اوهان جي وڏو جهوري.
(راض محمد خان عاشق)

٢۔ مٿي اَڏاٿو باز، ڪپي مُرادان ڪلڻي
اچي اندر مٿون پيدا ٿيو، اناالحق جو آواز
ثابت نينهن نفي ڪيو، سڙيو هڻڻ جو ساز
بيخوديءَ جي بحر ۾، شوق ٿيو شهباز
"ميرل" هن مسڪين تي ٿيو الاهي راز.
(فيض دريا شاهہ ميرل).

٣۔ لاتي عشق اوهان جي لوري
لتي دوست نِيو دل زوري

زلفان تنهنجون آهن عنبر
چشمان تنهنجون ساڳي خنجر
کي چاڪ وجهن ٿيون چوري.
آءُ تم گڏجي ڏينهن گذاريون
ڳالهيون ڳرهي دلڙي ٺاريون
اها رات ويچوڙي جي گهوري.
سڪ اوهان جي ڪين لهي ٿي
سهڻل سائين روز رهي ٿي
جيءُ جان جٺي منجهه جهوري.
"مفتون" آکي کر احساني
آءُ تم اصل ڪؤن دلبر جاني
آهيان ٻڌڙي اوهان جي ڏوري.
(مفتون همايوني)
۴۔ ڪهڙو ڏيان مان حال هجر جو
لڙئون پرين مون سان لايون هليو ويو
درسن دوست پسائي پنهنجو
چاهم ڏيئي دل چايون هليو وو
درد مندن جي دل تي دلبر
ڪوپ غمن ڪڙڪايون هليو ويو.
سڪندي سال ٿيا جنهن پر لئي
پير اگڻ منهنجي پايون هليو ويو.

دوست بنا مون دم نہ اچھي
سيني اندرسمايون هليو ويو.
”علوي“ جهڙا سوين پيا سرتيون
گهوري يار گهمايون هليو ويو.
(مير علي نواز علوي)

٥- اڪ ٿيا تہ انار، سڄڻ تنهنجي سانگي
ڪرڙ ڪڪوريا ڪنڊيون ڪانڊيرا
ڳم ڳچيءَ تي ڳتڪن ڳيرا
ڏار وجهن پنهوار، ڇيلن ڪي ڇانگي
اور اندرير ڏي اجهڪارون
ڦرڪي ڦاڪان تي دل ڦارون
قادربش قرار، پوءِ ناهي نانگي
(قادر بخش گولو)

٦-جتن جون جبل ۾ آهن جام جهوڪان
موتڻ ڪوڻ مهانگيون پنهل جون پلهوڪان
ڏئيءَ ڏير ڪيڙا وتيون هوت ويٺڙا
پلئہ مٺيءَ جي پيڙا، اهڙا ويڻ لوڪان
ڪتوريون ٿا ڪائن، ڪنهن ڪي ڪين پڌائن
ورهيہ ٿيون وسائن، پڪيون پاڪ پوڪان
ڏکن ۾ سورن جي ڪريان ڳالهہ ڪبهڙي
واهن واهہ واهيون، لڳن عام موڪان

کهمڻ لئي کهمان منهنجو سڪ سِر وڃايو
"وريل" وس نہ آهي، نيون نينهن جون نوڪان.
(وريل فقير)

۷۔ موتن ڏي منگلاج ۾ هلڻ جون پورب منجھہ **پچاران**
پــــــــــــــون ٿيون عرش **پڪاران**
سامي هليا سنيري ستگر ڏي لاهي لوڪ **مياران**
سگيون سنگ وڃائي ڪن تا گاوڙي **گجڪارن**
ڪنڍل ڪنٺ ڪڙولا ڪڙيون ڪنگڻ جون **قطاران**
جوڙي جتائون جوڳ جڳت جون جوڳي ڪن **جنساران**
ويا ويراڳي **ولجهليون** وڃائي، تڪين منجھہ **تنواران**
موڪا هَل منگام **هنيون ويا** هو هو جون **هونگاران**
گوني گيان گڳن جو "غمدل" غازي ڪن **گفتاران**
خاڪ لڳين سِر سيلهيون سناسين، اڪڙيون ميکھ **ملاران**
(قادر بخش "غمدل")

# سينگار

عوامي شاعريءَ ۾ "سينگار" جي صنف وڏي اهميت رکي ٿي، ڇاڪاڻ تہ محبوب جي حسن و جمال، خط و خال، باڪمال ۽ بي مثال جو بيان اهڙي تہ نازڪ ۽ نفيس نموني ڪيل آهي، جو شاعرن ۽ سگهڙن جي بلند خيالي ۽ ذهني ذوق جو پورو پورو پتو پوي ٿو. سينگار جي بيتن مان محبوب جي سونهن ۽ سوڀيا جي تصوير هڪ طرف چٽي ٿي بيهي ٿي. تہ ٻئي طرف بيت بذات خود سهڻي پوچ ۽ نفاست جي ڪري سينگار بڻجيو پوي. (۵)

سينگار جي شاعري سموري سنڌ ۾ ڪئي ويندي آهي. ڊاڪٽر بلوچ اتر جي شاعرن جن سينگار جي شاعري ڪئي تن لاءِ لکيو آهي ته: ضابر موچي، صادق ڪتي ۽ صادق ميربحر غالباً پهريان وڏا سگهڙ هئا جن اتر طرف هن ذوق کي وڌايو. اتر جي ٻين شاعرن جن سينگار جي شاعري ڪئي تن جا نالا هن ريت آهن:

ڏتو رنگريز، ملان هوت موچي، الله بخش ڪاڪيپوٽو، وڏيرو شادي خان، ميان علي شاهه، يار محمد ڪاڪيپوٽو. وريل شاهه، محمد رمضان ڪاڪيپوٽو، محمد سچل ڪاڪيپوٽو، خدابخش حجام، ڪريم بخش موچي، امير شاهه، غلام فريد ڪاڪيپوٽو، لال بخش موچي، سائين رکيو ڪاڪيپوٽو، واليڏنو فقير، حجام. (٦)

سينگار جي جن شعرن ۾ اُترادي لهجي جون خصوصيتون ڏٺيون ويون آهن، تن مان ڪي هت ڏجن ٿا.

١- رڏان رجني جيهون، چم چيهل ڪئون وَڏَ
انف اننگ ڪئون آڳرو، رُوءِ ۽ ريِن ڪيو رَڏَ
ڪيسر، ڪسنب، ڪنگوءِ ويتر خوب پريان جا خَڏَ
ڏِچن دلبر جا پسي، وجي در پيا منجهه ڏَ ڏَ
چهرو چمڪيو، چي چپي ڪيو زيب ذهب کي زَڏَ
جوزاجانب کي پسي اٿيو عشق **منجهارئون** اڏ
ٽور پسڻ کي مور هليا، پيو سُنڪر کي ٽي سَڏَ
"حمل" چئي هِت حد، بيشڪ ناهه بيان ڪي.
(حمل)

٢ جيئن اندلٺ اپ **مؤن** ايري تنهن ڪان پير وڏو پروَنِ
موتي ڏنو محبوب جا، سون نه ثاني تن

چوان چوُٽو چنڊ ڪئون، منهن تہ محبوبن،
سونهن تہ سپرين، ڏني والي پاڻ ”وسند“ چئي.
(وسند)
٣ـ ظالم زلف سڄن جا هن ڪارا ڪيس ڪڪر
تنهن چوڙي چڏيا هن شان ڪون تڙ تي تليهر
ڪندم پروش پاٹهين منهنجو حالت ڏسي هيڪر
ڪي ڪني جي آڌر، آئون ”اڳڻ“ آڌر اُن جي.
(اڳڻ فقير)

# ٽيهہ اکريون

”ٽيهہ اکريون“ جي شاعري سموري سنڌ ۾ مقبول آهي. اترجي ڪيترن ئي شاعرن ”ٽيهہ اکريون“ چيون آهن. هيٺ ٽيهہ اکرين جا ڪجهہ مثالي بند ڏجن ٿا، جن ۾ اُترادي لهجي جا عنصر موجود آهن:-

ميم ٿون ملڻ جون ڪر، ولهڻ سان وايون
پاڏايان تو پارو چل لئي، پاند ڳچيءَ پايون
ڪائڻ اچن ”ڪتيءَ“ ڪي جانب توڙيءَ جايون.
”منهم مغفرة و اجر عظيم“ ڪر ساجن! پلايون
وئين لنءَ پارو چل لايون، پنهل ايندءَ پاٹهي.
نون ٿون نماٹيءَ ، وجي ڪانگا ڏيج خبر،
پيرين پنڌ نہ اڄهي، پٿون ڪيا پتر،
آزاديءَ سان عثمان چئي، ڪج پرينءَ وٿ پچر
لقد جائڪم رسول من انفسڪم، آهيان تو آڌر
ڪيجي لهہ تون ڪَر، پنهل ايندءِ پاٹهي.
(عثمان ڪتي)

## مداحون۽مناجاتون

اٽڪل اڍائي سو سالن کان وٺي مداحون سنڌ ۾ عام مروج ۽ مقبول رهيون آهن. مسجدن ۽ مدرسن ۾ سعادت طور پڙهيون وينديون آهن. ازانسواءِ ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ پڻ عيدن برادن ۽ شادين جي محفلن ۾ ”شغل“ طور ڳايون وينديون آهن. (٧)

هت اتر جي شاعرن جي مداحن ۽ مناجاتن جا ڪي بند پيش ڪجن ٿا، جيڪي اترادي لهجي جي نمائندگي ڪن ٿا:-

١- سوين لک سوالي ٿا تو هؤن پنن،

اوهان جا نه بئي درڪي بالهان وڃن،

اچي واٽ دامن پلي جي وٺن

مڙيئي سائين جا گولا غم نه ڪن.

پهچ پير درماندگان دستگير

مريدن مدد ڪر محي الدين مير.

٢- خاص ختم الانبيا خير البشر

تون پلو سرتاج سڀ ڪئون سربسر

انبيائن ۾ اچو ڪُل ڪئون ڪثر

عاصين جو آسرو يوم الحشر.

يا رسول الله عربي الغياث.

(حسين فقير ديدڙ)

٣- پرتئون هيس پياسو دلبر ڏنو دلاسو

غم جو رهيو نه ماسو، رس يا سخي سرور

پهچ اچي پيغمبر!

محبت جَني جي مونسان، مولي ميلين تَني سان

مشڪل هجيم آسان، رس يا سخي سرور

پهچ اچي پيغمبر

دليئون گهريم دعائون، ڪرمؤن قبول ڪيائون

من جون پنيون مرادون، رس يا سخي سرور

پهچ اچي پيغمبر

(ميان حامد الله)

۴ـ ناهه ڪو موڙؤن متو منهنجي مداين پاند ڪو

عاجزن اپوجهڙن ۽ بيڪسن جو پرجهلو

احمد عربي! سڻي فرياد تن واهر ورو

دلبر! دامن لڳيءَ جو داد ڪر هر دو سرا.

---

دم دم صلواتن سرورا ! ماڻهو مَلڪَ توتي پڙهن

ڇا زمين و آسمان لوح و قلم ڪو ڏئون ڪهن.

عيبئون اچو ڪر احمدا! هي ڏک ڏولاوا سپ وجن،

آهون سڻي احمدا سيد سڻي منهنجي صدا.

---

۵ توڙئون تنهنجو سنگ سڏايان، گولن جي آءُ گولي آهيان

هر دم هادي مرشد پانيان، آءُ مل جاني! ڪانگ اڏايان

دلبر تنهنجي دامنگير، مدد ڪندين تون مرشد مير

عاشق مولىٰ قطب ڪبير.

سهوان مون منجهه سهس هزار، ڏوهه گناهه ڏاڍو ڏار

ڪافن ۾ اچي رس ڪوهيار، وير ڪندين تون ور وهار،

ڏوهن ڪيڙس زور زهير، مدد ڪندين تون مرشد مير

عاشق مولىٰ قطب ڪبير

(غلام حيدر شر)

## مولود

"مولود" عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نئون ڄاول ٻار، ٻار جي ڄمڻ جو وقت. سنڌي محاوري ۾ مولود اهو نظم آهي، جو آنحضرت صلعم جي ولادت باسعادت جي مسرت ڀرئي موقعي تي سنڌن شان ۾ چيل هجي. (٨) مولود نه صرف خوشين جي موقعن تي چيا ويندا آهن پر جنازي سان گڏ قبرستان تائين پڻ مولود چورايا ويندا آهن. اتر ۾ خاص طور تي جنازي سان گڏ مولود چيا ويندا آهن. مولود اتر سنڌ ۾ تمام گهڻومقبول ۽ مشهور آهن. رمضان ۽ عرس (ربيع الاول) جي مهينن ۾ مولودن جون مجلسون ۽ شغل جام ٿيندا آهن. اتر ۾ ڪيترا مشهور مولودي ٿي گذريا آهن. ساڳي وقت ڪيترن ئي بلندپائي شاعرن مولود چيا آهن. هت حسين ديدڙ ۽ صاحب ڏني جا به مولود پيش ڪجن ٿا. جيڪي اترادي لهجي ۾ چيل آهن:

١. پاڪ پيغمبر بادشاهه عاليشان عظام

داور ڪيو دارين ڪي، تنهنجي هيٺ حڪام

حوران تنهنجا هاشمي ملن پِير مدام

خاص ملائڪ خدمتي آين وارا عام

مُنجان توڏي مصطفيٰ، صبا هت سلام

ڪنديـن شـل قبول تـون پـاڇيءَ جا پـيغام
ويـر وسيلا واهـروعالـم چام امام
ٻـڌي دانـهون دلـربـا، ڪـج ڪـو غور غلام
آجهو تـنـهـنـجو آسرو، تـڪيو زور نمـام.
ڪـيومير مريـض ڪـي، اچي دولـهہ منجهون دام.
عاصـي عاجز احمدا، لـڳا تـنـهـنـجي لام
رکـج هـٿ "حسـين" چئـي، اچي سرور مٿان سام
(حسين ديدڙ)

٢- مون ڪي نرمل نبي ڏيڪاريو، روضو رسول الله جو.
مسجد مديـنـي مير جي، جامـع وڏي جنـسار الـو
نيلان مـنـارا نـور جا، سورنـهـن مٿـي سينـگـار الـو
صاحبڏنـو چوي سيدا، تـنـهـنـجي اجهـي آڌار الـو
نـاقـص نـڌر آهـيان، نـبـي نـالـي خدا جي نـهار الـو
(صاحبڏنو)

# هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا

هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا، هڪ خاص قسم جا عنوان آهن جن جي سري سان شاعرن پنهنجا شعرجوڙيا آهن. هئيت جي لحاظ سان اهي چڱ سانچا يا قالب آهن جن ۾ شاعرن پنهنجا بيت سموهيا اهن. انهن عنوانن ۾ قالبن جي نـالـن پويان احساسن ۽ ڪيفيتن جو داستان پنهان آهي، جنهن جي اثر سببان ئي ان قـسـم جا شـعر اسريا ۽ رائج ٿيا. (٩)

هت اتـر ۾ چيل اهڙن سخنن مان ڪي پيش ڪجن ٿا:

خميس وار ڪنيو هڙ هڪلان ڪري دڪايل دانهان،
آءُ پنهل! ڏس پير پاهڻ ڪيا چولي چيتيون چاهان،
ڳوليندي وٽڪار وندرم والي ڪيڙس واهان،
ماڳ انهيءَ تي موٽي ملنديءَ، ڪيچي ڪاهون ڪاهان،
آيس هوت هاڙهي ۾، اکيون اياٽيءَ آهان،
پارئون برهه بلوچ ٻڳي پن پردي ساڻ پناهان
ويس وڳا پهري پوشاڪان، خوب خوشيءَ مؤن خواهان
ور جي آئي غم ويا، تيون سدا سهاڳ صلاحان.
(بخش علي جتوئي)
چنچر ڏينهن ڪيو، پهڳڻ وجهي ٻنگ
ديدان ديدن سان ويو، اڙائي آڙٻنگ،
نور نزاڪت ناز منجهان، نايو نينهن نسنگ،
چوري تنهن چنگ، چوٽيءَ تائين چور ڪيو.
(عبدالرحيم داروغو)
ووڙي ورتم پاٽهي، ڪري اربعا تي اقرار
نيهن جون لوڪان تڪيون تفنگان لڳن ليل و نهار
اهي اصلوڪا اقرار، آءُ پاڙ اچي پريت جا
(عبدالرحيم داروغو)

# هنر

اُتر پاسي سگهڙ تمام گهڻا ٿي گذريا آهن. جن ۾ استاد محمد سوايوموچي، خالق ٻرڙو، فقير عثمان سانگي، قلندر بخش بدوي، ميان شاهه محمد ديدڙ، لال فقير ڪورار، صيفل ڀٽي، اسماعيل پهوڙ، اسماعيل ڪيهر، قلندر بخش ڪيهر، بدر الدين ڪيهر، امام بخش ڪُندراڻي ۽ ٻيا ڪوڙ سارا آهن. لعل فقير ڪورار لوڪ ادب جي مڙني صنفن تي پاڻ ملهايو آهي. سندس هڪ هنر نموني طور پيش آهي.

سهڻي هلي سِير وٽي، هيس گهڙي ساڻ گذر،

اڳيان ڪل نہ پيس ڪڙڪي جي، اچي واڳن ڏنس ور،

اچي واهر ڪر ولهي جي، مون تي ڪر ميهر،

ڏسان شل اکين سان، پيٽن ڪي پيهر،

اچي آنيور، ڪيائين قرب ڪورار چوي.

مٿين هنر ۾ سگهڙ هرڻي جي معجزي جي ڳالهہ دهرائي آهي، جيڪا ڪنهن شڪاري جي دام ۾ ڦاٿي هئي. هن جا ٻچا ڪائنس پري هئا. هن مرڻ کان اڳ هڪ دفعو پنهنجن ٻچن کي ڏسڻ ٿي چاهيو. چون ٿا تہ حضور صلعمِ جن هرڻي جي ضمانت ڏني ۽ هو ٻچن کي کير پياري واعدي مطابق واپس وري.

هن هنر ۾ هيٺين لفظن جي لڪ رکيل آهي.

پهرين سٽ ۾ : سهڻي = سو هرڻي + گهڙي = گاهڙي (گاهہ)

ٻي سٽ ۾ : ڪڙڪي = ڪوڙڪي + واڳن = واڳيون (رسا)

ٽين سٽ ۾ : ميهر = مهر (رحم)

چوٿين سٽ ۾ : پيٽن = ٻتن (ٻچا)

پنجين سٽ ۾ : آنيور = انور (حضور صلعم)

**گروچيلو**

محمد اسماعيل ڀوڙ، استاد ڀيڙي خان ڪنيار جو شاگرد آهي. سينگار، ڀاڪو ڏٺ پرولي، هنر ڳجهارت، گرو چيلا ۽ ڏور ۾ وڏي مهارت رکي ٿو. هيٺ سندس گرو چيلي مان هڪ نمونو پيش آهي.

گروچيلو ۾ ڪي ٻه ٽي سوال ڳجهارت طور ڪيا ويندا آهن ۽ ٽنهي جو جواب ساڳيو هوندو آهي.

گرو چوي ٿو : ڪاتي وهندي نهين،

ٻڪري ٿهندي نهين،

مسيت ٿهندي نهين.

هن ۾ سگهڙ پڇي ٿو تہ ڪاتي ڇو نہ ٿي وهي، ٻڪري ڇونہ ٿي ٿهي ۽ مسجد ڇونہ ٿي ٿهي.

جواب ۾ چيلو چوي ٿو: گرو، او سامهين نهين.

يعني ڪاتي انهي ڪري نٿي وهي جو هو سامهون يعني سڌي ناهي. ٻڪري انهيءَ ڪري نٿي ٿهي جو شينهن هن جي سامهون ناهي. مسجد تڏهن نٿي ٿهي جو آها ڪعبي جي سامهون ناهي.

## حوالا


(١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. ڏور. لوڪ ادب سلسلو. "سنڌي ادبي بورڊ.

(٢) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. عمر مارئي. لوڪ ادب سلسلو. سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٦ع. ص- د کان ح

(٣) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. لوڪ گيت. لوڪ ادب سلسلو. سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٥ع. ص- ١

(۴) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ قافيون جلد ۲. لوڪ ادب سلسلو. سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۸۷ع. ص - ٦

(۵) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو. لوڪ ادب جو تحيقي جائزو ۱۹۸٦ع ص- ۱۲۹.

(٦) ڊاڪٽر نبي بخس بلوچ. سنڌي سينگار شاعري. لوڪ ادب سلسلو. ۱۹۸٦ع ص- ۱۷۹.

(۷) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ. مداحون ۽ مُناجاتون. لوڪ ادب سلسلو ۱۹۵۹ع ص- ۱

(۸) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو. لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو ۱۹۸٦ع ص- ۳۱۸

(۹) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا. لوڪ ادب سلسلو. ۱۹۴۱ع ص- (۱)

# باب ستون

## اُترادي لهجي جا خاص لفظ

### (الف)

آجا پاجا = حساب برابر

آچار پائڻ = آچارتيار ڪرڻ

آڍڻ = مالش ڪرڻ

آرايون= گرمي داڻا

آرس = سستي

آرسي = سست

آڪڙ = غرور

آڳو = اڳيون حصو

آگهارڻ = ڌوئڻ

آلسي = سست

آئٺو = ناپاڪ، سٺو جوضد

اُپ = ڪڪريون

اُبس = حبس

اپي ساهي = دم جي بيماري

اُتت = اُس جو تاءُ

اتامٽا = مٽا سٽا

اٽڪڻ = جهيڙو ڪرڻ

اٽل = واڌارو ڏيڻ

اپيپاپ = مسڪين طبع

ارجهڻ = الجهڻ

ارڪو ترڪو = مال اسباب

افراط = اجايو

اڪائڻ= بند ٿيڻ

اُڪو = سمورو

اڳلا = اڳيان

اڳو پوءِ = گڏو گڏ

اگهريل = اڍڙيل

اگڻ = آڳر

اليل= پُور، اڌمو

امارو = سج جو اڀرڻ

اُميري = ڏاڳن کي ڳنڍ ڏيڻ

اُنڌ وٺڻ = بهانا بنائڻ

اڻ ڪليل = بيمار، هيڻو

اوٺپو = چالاڪي

اوتار = خيال، اونتار

اوجهراڪي = ننڊ جو گهيرٽ

اورار = اورين پر

اوساري = پٽ ڪٽڻ

اوڳر = اندر جو حال

اولڻ گهولڻ = قربان وڃڻ

(ب)

باڪسُ = ماچيس

بتر = بدتر

بٺي = قبر

بدبدو = بهتان

بدي ڏيڻ = بڪواس

بڪوات = بڪواس

بڪيڙو = ڦڏو

بگو = ڪوڙهيو

بگو = اڇو

بِلو = حيلو

بوچڻ = ڪلهي تي رکيل ڪپڙو

بود = مستي

بودل = چريو، چرئي

بيک = ويس

(ڀ)

ڀاتو = ڀتڙ

ڀاجهون =ڪان سواءِ

ڀاڙو = ڪؤڙو

ڀتالو = ڀتاٽا

ڀُٽو ڪوهه = ڪوهه جنهن کي ڀڳ يا مولهه نہ هجي

ڀُٽو = بنا زيورن مرد

ڀٽي = بنا زيورن عورت

ڀِت = جڙيل، گڏ

ڀچتي = اصل چت هينان ٺاهيل

ڇت سامان رکڻ لاءِ

ڀرگهل = وڏو سوراخ

ڀڪ ۾ اچڻ = پريشان ٿيڻ

ڀکرال = اوير جو مينهن

ڀن سُين صبح = ٺاڪ منجهند

ڀنڊ = هڙ

ڀُنڊو = ڪسيءَ کي ڏنل بند

ڀنگر = نوان ڦٽل گل.

ڀوڪڙ = وڏو آواز.

ڀوڪي = ننڍي چادر

ڀُوهي ڏيڻ = آزار ۾ ڏيڻ

ڀيو = ڀيو ڀي

(ٻ)

ٻچڻ = پورو اچڻ

ٻينڊ = پٿر

ٻينگيو = سچو

(ت)

تباک = گهٽو کائيندڙ

تتر ڪرڙيون = ننڍيون سفيد ڪڪريون.

تتي تاءِ = هڪدم

ترلان = تريل

تهوت، تاهوت = تڪڙ

توُ = تپش

(ٿ)

ٿٿ ٻڌڻ = شاديءَ جي تاريخ مقرر ڪرڻ.

ٿيت = ڪير وڻڻ لاءِ ڀول ڪرڻ

(ٽ)

ٽاٽڻ = ٻاهر تي مکڻ رچائڻ

ٽرخائڻ = دلاسن سان ٽارڻ

ٽڪا وڻڻ = پئسا ڪمائڻ

ٽڪو ۾ دعا = تعلق ختم ڪرڻ

ٽويو = اناج ماپڻ لاءِ ماڻ

(ٺ)

ٺرڻ = خوش ٿيڻ

(پ)

پاهٽي = پٿر ڪٽڻ وارو اوزار

پَتڪو = پڳ

پِتڪو = ماتم

پٺڻ = موڪلڻ

پڌر = اگهڙ.

پرار = پرينءَ پر

پروڙ = پٽ مان ٿهيل پٽڪيت.

پنڌي = ماني رکڻ لاءِ ڇٻي، دٻڪي

پُٽڻ = ذليل ڪرڻ

پوتڙو = ڪپڙي جو ٽڪر

پهراڻ = ململ جو چولو

پيچو = پويون حصو

پيهه = رش، ڳپاڪيهه

(ج)

جات = جماعت = ڪڙم قبيلو

جان = يا

جائي = سچي

جرڪو = چمڪو

جِنبَ = پٽر، وڏو پٽر.

جَود = جلد

جُوهه وجهڻ = لاڳيتو تڪڻ.

(چ)

چُڳهه = ننڍي ڪڏ

چوچڙي = ٻاهه جي سنهي لاٽ

چوچڙي ڏيڻ = تپائڻ، تنگ ڪرڻ

چولو = پهرياڻ.

چيٽ = رڙ.

چاڳ = نخرو.

(ڇ)

ڇڙيو پاڻي = درياءَ جو پاڻي.

ڇل = پاڻيءَ جو ڪتورو.

ڇمر = ڪڪر.

ڇيت = ڪک.

ڇيهڙ، ڇيڙ = سٺيون عادتون.

(خ)

خسيون = ڪچيون ڪارڪون.

(د)

دل هول = دل جو خوف.

دوڏا = اکين جا تارا.

دونڪڻ = ٺمڪڻ.

دونو = وٽن جي پٽ جو ٿهيل پٽڪيت.

(ڏ)

ڏاڳو = تعويذ.

ڏامر = دولت.

ڏانڊل = جهيڙو، ڦڏو.

ڏئونڪ = ورجاءُ

(ڏ)

ڏاجو = ڏاج.

ڏاڏر = ڪاوڙ، آڪڙ.

ڏاوڻ ڏيڻ = شاديءَ جي هڪ رسم.

ڏڏل = ڏڪايل.

ڏڏريل = ڪٽيل.

ڏنگ = اڏ پڪل ڪارڪ.

ڏوڏا = اڻ پڪل ڪاري

ڏوڪا = اڻ پڪل ڪارڪ

ڏوکهڻ = هڪ ڳيت سان ٻي چڏڻ.

ڏوکهو = گهٽي اچ.

ڏيب = بخشش، ڏاج.

(ڊ)

ڊاڙ = ٻتاڪ.

ڊامبر = ڏامر.

ڊنب = ماڻهن جو ميڙ.

دنبلو = ماڻهن جو ميڙ.

ڊونگل = طعنو.

(ڍ)

ڍار = سهارو.

ڍاڍ ڪرڻ = زور سان روئڻ.

ڍڙ = وقفو، وٿي.

ڍڍ = پيٽ.

ڍڍر = وڏي پيٽ وارو.

(ذ)

ذڪر پچائڻ = ذڪر ڪرڻ.

(ر)

راهڪ = ڪڙمي.

رجبي، ستاويهين رجبي = پير ڳوٺ ۾ ٿيندڙ ٢٧ رجب واري تقريب.

روازي = رياءُ رکندڙ.

روڻ = درياه يا واهه جي اندر ننڍي گهاري.

رهو = رس.

رئو = چادر، پوتي.

ريک = ليک.

ريڳاڙو = رت يا ڪنهن پاڻيٺ جون ڏارائون.

ريهي ريبي = برغلائي، پريائي.

ريهاٽ = رڙيون.

(ز)

زمرڪ = وڏو نقصان.

(س)

ساماٽو = جوان ٿيو.

سبب = جن.

سبيل = ججهو.

ستوهه = تاڪيد، پارت.

سٿرو = سولو.

سردر = در مٿان رکيل ڪاٺ.

سڳداسي = چانورن جي هڪ جنس.

سَنڌو = فرق، نشان.

سنسو = وهم.

سوٽڻ = مالش ڪرڻ.

سؤنسو = وهم.

سيبائڻ = وٽڻ.

سيگهه = جلد، تکڙ.

سيهو = سهنج.

(ش)

شتربي مهار = بي محابو، مطلبي.

شترو = بي محابو، مطلبي.

شنگ تي چڙهڻ = رُسڻ، ضد ڪرڻ.

شوڪي نهارڻ = ڪاوڙ مان نهارڻ.

شوم = مغرور، ڪنجوس.

(ع)

عرس جو مهينو = ربيع الاول.

(ق)

قڪرو = وائکو

قڪل = اٽڪل.

قڪڻ = قڪ پري ڪائڻ.

قڪو ٿيڻ = شرم اچڻ.

قڪو پوڻ = اچو ٿيڻ.

قلهڙو = ڪمزور.

قوڙ = پٽر.

قوڪ = ڪاوڙ.

قوڪ = لادعوئي

قيهه = مار.

## (ڪ)

ڪاتر = خاطر، واسطي.

ڪانگهاري = پوئين ڪير واري مينهن يا ڳئون.

ڪائي = ارٺي.

ڪُت = سنها جيت.

ڪت خلق = عام رواجي ماڻهو.

ڪَڍ = الٽي ڦيءَ.

ڪَڍ پوڻ = پوئتان پوڻ.

ڪِرڪِر = رنجهه ڪنجهه.

ڪسريل = ناراض، ڪاوڙيل.

ڪنگٽي = جانورن جي جنس.

ڪنگٽي = چوڙي، ٻانهن جو زيور.

ڪني ڪترائڻ = پاسو ڪرڻ.

ڪوسايون = گرمي داٽا.

ڪيس ڳائڻ = ڪيس لڙڻ.

## (ک)

کپ = ننيڙي کڏ.

کتاڻ = آچار.

ککڙا يا کوکڙا = پيرَ جا ٻج.

ڪنڏو = وهي.

ڪنڏو ڪٽڻ = نقصان پهچائڻ.

ڪوڙ = جام، گهڻا.

ڪيد = ٺڳي.

## (گ)

گپهو = زڪام.

گتل = پوريل

گٽ منڙو = بندرو. هڪ گرانٽ ۽ هڪ مُٽ جيترو.

## (ڳ)

ڳچل = ڳچ تيل، هڪ ذات.

ڳل پوڻ = ڳچيءَ پوڻ.

ڳِگَ = مڇڙو.

گندان = هنڌ بسترا.

گيدو = ڪيسو.

گهوگهه ڪرڻ = ڳالهائڻ ۾ ڊيگهه ڪرڻ.

گهوگهي = ڳالهير.

گهيڪُ = پور، خيال.

گهيڪاني = پنهنجي خيال وارو.

## (ل)

لاڪون = ڪان وٺي.

لاوڻ = تيوڻ، ياڇي، ٻوڙ.

لائي = ڳڙ ڏاٽي.

لَبُ = لالچ، رشوت.

لپر لاهڻ = زخمي ڪرڻ.

لڪ تي متو ڏوئڻ = امير هجڻ.

لڳڙو = ڪمزور.

لوڪ لڪا پوڻ = خلق کي خبر پوڻ.

لونجهه = ڳتني.

لوءِ = جهولو.

ليٿَ = ٻوڏ.

## (م)

ماتو، متو = مون چيو.

ماندائي = اداسي.

ماندي = جادوگر.

مانڌاڻ = اڻ تڻ.

ميان = ميون.

مڇو = مجموعو.

مڏ = ڪانن جو ترهو.

مزرو = شاباس، انعام.

مڳي = غرور.

منجڻ = موڪلڻ.

مُندر = ڪير وارو.

منڊ = جادو.

منزل پڙهڻ = قرآن مجيد جو مقرر حصو پڙهڻ.

موريز = ڪاڪوس.

موشو = بهانو، عذر، پاسو ڪرڻ.

موٺو = گاهه يا ڪپڙي جو ويڙهو.

مهي ولوڙ = مانڌاڻ.

ميسٹو= بناوتي معصوم.

مٺي = گاهه يا ڪپڙي جو ويڙهيل ٽڪرو، ٽانون ڏوئڻ لاءِ.

## (ن)

نِتُ = سدائين.

نپ = آسمان.

ندان = آخر ڪار، دنگ.

نرچو، نرچيو = ڪجهيءَ جي وڻ ۾ نر پوڻ.

نود = نرجو.

نيرڳ، نيرڳي = پاڻيءَ جو پکي.

(و)

وائڙي واڇ = موڳو، بيوقوف.

وَٽَ وٺڻ = ڏاڍو چڪڻ.

وجهہُ = نسل، قسم.

وڇڙو = هٿ پکو.

ورجيس = ريت، رسم.

وِسو = موڳو.

وسيهر = ڪاريهر.

وَنُ = رنگ.

ونڌ = ورجاءُ ، ڊيگهہ.

ونواهہ = وناهہ.

وهڪيل = ويهجي ويل.

ويدن = مصيبت.

ويسورو = حيرت، عجب.

ويسوڙو = ويساري وارو.

ويڳ = بيماري، مٿو ڳرو ٿيڻ.

ويڳو = ساڳئي جو ضد اصل بجاءِ ٻيو.

ويٽي = ڪرائي، ٻانهن جي.

(هہ)

هتر = شرم.

هودي = ننڍو حوض.

هود = حوض.

هشناڪي = چالاڪي.

هول = خوف، هور.

هيڪل = اڪيلو.

(ي)

يلوان = بيوقوف، موڳو.

يڪو = هڪ منو ، سانده.

# باب اٺون

## اُترادي لهجي جا پهاڪا، چوڻيون ۽ اصطلاح

١-آخر موچاري ڪرڻ.

٢-آڏڙو ٻيڙو ٽيڻ.

٣-آسمان تان ڪري ڪجيءِ ۾ اٽڪڻ.

۴-آسمان تي چاڙهڻ.

۵-آڳو پيڇو جا چڻ.

٦-آڱوٺي ڇاپ.

٧-آڱوٺو ڪڍي ويهڻ.

٨-آلو نور مٽي جو سور.

٩-آني مان قتل.

١٠-آئي ويل ڪم اچڻ.

١١-آيا مير، ٻڳا پير.

١٢-ابتا پير ڪٽڻ.

١٣-ابتي پٽي پڙهائڻ.

١۴-ابوڪسي، ڏيءَ وسي.

۱۵-اپ ۾ ترارين هڻڻ.

۱٦-اُتم کيتي، وڏي واپار، نيچ نوڪري، پنڻ بيڪار.

۱۷-اٽو نہ ڪو مٺو.

۱۸-اٽڪي ٻٽڪي سَيڏڻ.

۱۹-اٽو ٻڏي پويان پوڻ.

۲۰-اٽو چي گهوٻاٽو.

۲۱-اٽو ڪائي ڪوئو، مار پوي ڳابي تي.

۲۲-اٽو ڪتڻ.

۲۳-اٺ پنهنجي مٺ ۾ ترڪي.

۲۴-اٺ پير ٺاهڻ.

۲۵-اٺ جي لاهي چاڙهيءَ تي لعنت.

۲٦-آپي خاني لائي ڏيڻ.

۲۷-اڄ سپان ڪرڻ.

۲۹-اڇو منهن ڪرڻ.

۳۰-اڇي ڏاڙهي اٽو خراب.

۳۱-اديءَ ڪي جن نہ ڪن، ادي ڪي عشق انڌو ڪيو.

۳۲-اُڏاري جي ماءُ مئي نہ آهي.

۳۳-اڏ ڪي ڇڏي سچي ڏانهن ڍڪي، تنهن ڪي سچو تہ نہ ملي، پر اڏ ڪان بہ سڪي.

۳۴-اڍائي گهڙن جو خير.

۳۵-اُڪريءَ ۾ مٺو وجهڻ.

٣٦ـ اکين تي پردا چاڙهڻ.

٣٧ـ اکين تي وهارڻ.

٣٨ـ اک نہ ڏسي مچ ڪي.

٣٩ـ انڌو هاٿي لشڪر جو زيان.

٤٠ـ انڌي کي ڏيو ڏيکارڻ.

٤١ـ اونڌيون پاٽيون پاسيرا ٽويا.

٤٢ـ اُٺندو اُهائي، جا ڪوريءَ جي من ۾.

٤٣ـ بخت ڏئي پيڙو، تہ دال مان سيرو.

٤٤ـ بيڄڙو ڪتو ڏٽي پٽائي.

٤٥ـ بز نہ ســبــزجـــي بها.

٤٦ـ بيڪاريءَ کان بيگاري ڀلي.

٤٧ـ ٻہ شينهن ٻيلي ۾ نہ ماپن.

٤٨ـ ٻڌيءَ ٻيڙيءَ جون هريڙان ٻہ ڀليون.

٤٩ـ ٻڪريءَ کي ساهہ جي، ڪاسائيءَ کي ماهہ جي.

٥٠ـ ٻلي ست ڪئا ڪائي حج تي هلي.

٥١ـ پوٽيون حرام، رهو حلال.

٥٢ـ پاڙين مٿان پيٽ، ڪانون ڪيرائي وڏي.

٥٣ـ پيٽ بنياد تي وجي ٽي.

٥٤ـ پتر پائي ٽيڻ.

٥٥ـ پري ٻيڙيءَ ۾ واٽيو ڳورو.

٥٦ـ پڳي سان ٽي پير، جيسين رتو راس ٽئي.

٥٧- ٻلي ٻلي ٻاڻ آئي، سا ٻہ نہ ڇٽبي ٻلي.

٥٨- ٽانو ڪٽي هڪڙو، ٽڪر ٻچي گهڻن تي.

٥٩- ٽڪو ڏئي ٻيءُ پٽائڻ.

٦٠- ٽڪي چاڙهڻ.

٦١- پاپڙ ويلڻ.

٦٢- پاڻ نہ ٻجهي ڏوجهان متيان ڏيوي.

٦٣- پاڻ نہ پاري ڪتا ڌاري.

٦٤- پٽر پرائو، سور پنهنجا.

٦٥- پڪي ماني ڇڏجي، پر سنگت نہ ڇڏجي.

٦٦- پنج ئي آڱريون برابر نہ آهن.

٦٧- پنج ئي آڱريون گيهہ ۾.

٦٨- پنڌ ڪان ڪتي جي چڪ ۾ چڱو.

٦٩- پنهنجي ڪئي جو نہ ويج نہ طبيب.

٧٠- پنهنجو ماري ڇانءَ تي سٽي.

٧١- پهاج مکڻ جي بہ چڱي ناهي.

٧٢- پهرين وٺي ڪير ٻري.

٧٣- پئسو وڃي، پت نہ وڃي.

٧٤- پير جو ڪم نڪاءَ سان.

٧٥- پيسا ئي پاٽيءَ ۾.

٧٦- جمن چارڻ وارو سوال.

٧٧- جنا ڪان ڪڍڻ.

۷۸- جنهن آهرن ۾ ڪاڌو، سو پاتڙي ۾ ڪيئن ڏاپندو.

۷۹- جنهن ايرنڊي تاءُ نه ڪيو، سو لهنڊي ڇا ڪندو؟.

۸۰- جنهن جو بد ٻڌياد، تنهن جو ميوو منو نه ٿئي.

۸۱- جو چلهه تي، سو دل تي.

۸۲- جوڳي نه ڪنهن جا مٽ.

۸۳- جوئر جو اٽو.

۸۴- جهڙا ڪانگ تهڙا ٻچا.

۸۵- جهڙ جهيڙا سدا نه رهندا.

۸۶- جيڪي اکرين ۾ سر ڏيندا، سي مهرن کون ڪين ڏڄندا.

۸۷- جيئندا هڪ ڏينهن ملندا.

۸۸- ڄائو پٽ، لٿي سڪ، پرٽيو پٽ ته پئي پيڪ.

۸۹- ڄائي ناهي، نانيءَ مهانڊي.

۹۰- چٽ ۽ ڦٽ ٻڌا پيلا آهن.

۹۱- چارئي چنبا ڪوڙي بيهڻ.

۹۲- چانڊيا چور شنباٽي شاهد.

۹۳- ڇتيءَ سٽ ڀسايو، واٽئي وڏس وٽي، ڇتيءَ ليکي واٽيو مٿو، واٽئي ليکيڇتي مٽي، مٽي سائي ڇتي.

۹۴- چريءَ کي چوڙو، ڪڏهن ٻانهن ۾ ڪڏهن ڇنگهه ۾.

۹۵- چلهه منٽو.

۹۶- چمڙي وڃي دمڙي نه وڃي.

۹۷- چنڊو چنڊي کي سو ڪوهه تي ڳولهي لهي.

٩٨-چور چوريءَ کان وڃي، هيرا ڦيريءَ کان نہ وڃي.

٩٩-چور جي ڏاڙهيءَ ۾ ڪک.

١٠٠-چور سائو ڪونهي، پاڳيو بکيو ڪونهي.

١٠١-چور نہ تہ چاڪي ئي سهي.

١٠٢-چورن مٿان مور.

١٠٣-ڇا ڪوري، ڇا تراريون.

١٠٤-ڇتي ڪوريءَ واري ڏيگھہ.

١٠٥-ڇوڪراٽي پوتي، ڪنهن نہ ڌوتي.

١٠٦-ڇيٽا پورڻ.

١٠٧-حنود ڪاسائيءَ واري ڪڏ.

١٠٨-حياتيءَ تي ڪهڙو اعتبار.

١٠٩-حيلي رزق، بهاني موت.

١١٠-خانن جي خاني، ماني مان معلوم.

١١١-درياهن جا منهن ڪنهن بند ڪيا آهن؟.

١١٢-دشمن جي دانگي پڳي بہ پلي.

١١٣-دلو راءِ جي نگري.

١١٤-دودو ڌوڙ چنيسر ڇائي.

١١٥-ديهہ وڏي نانءُ بيران.

١١٦-ڌڻ تہ ڌٽي، نہ تہ وڪڻ ڪٽي.

١١٧-ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا.

١١٨-ڏاچي هٽي ڏمہ، توڏي هٽي تيرهن.

١١٩- ڏائڻ بہ ڏهہ گهر ٽاري.

١٢٠- ڏيري ڍور ٽي مچر بہ گهٽا.

١٢١- ڏنو پير، پُني مراد.

١٢٢- ڏني مک ڪير ڳهي.

١٢٣- ڏنلاين آڱريون ڏيڻ.

١٢٤- ڍڍر ڍرا ٽيڻ.

١٢٥- ڍڳ ڍڳي جڳ ڪي، سياڻو ڍڳي ڍڳ ڪي.

١٢٦- راهوجن ۾ رات، قادر ڪنهن جي نہ ڪري.

١٢٧- رني اڳي ئي ويني هئي، ويتر آيس پيڪن جو ماڻهو.

١٢٨- رني آهي گهوٽ سان، ڳالهائي نہ ٽي ڳوٺ سان.

١٢٩- رڍون مڙئي ہوٽ ڪاريون.

١٣٠- روهين رلا مٽي ڪلا.

١٣١- زور اڳيان زاري.

١٣٢- ساڳي ماني ساڳ سان.

١٣٣- ست گهر ڏائڻ بہ ٽاري.

١٣٤- ستي چڙهي ڏاگهہ.

١٣٥- سڪن گڏ ساوا بہ سڙن.

١٣٦- سپ نہ ماري سپ جو سراپ ماري.

١٣٧- سک سمهي ڪنياري، جنهن جي چور نہ نئي مٽي.

١٣٨- سڪٽي ڪني گهٽو اُيامي.

١٣٩- سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ.

١٤٠ـ سهي تنگون تي، چوٿون پڇ.

١٤١ـ شرع ۾ ڪهڙو شرم.

١٤٢ـ عقل ريءَ عذاب، گهڻو پسندينءَ جندڙي.

١٤٣ـ عمر وٺي مارئي وئندو، تڙ تہ ڪين ٿيلهيندو.

١٤٤ـ ڪاريءَ وارا ڪک.

١٤٥ـ ڪچ ڪوسي ڪرڻ.

١٤٦ـ ڪري ڏاڙهيءَ وارو پيري مڃن وارو.

١٤٧ـ ڪک جي چوري لک جي چوري.

١٤٨ـ ڪوئلن جو واپار ـ هٿ لاءِ هٿ ڪارو، پير لاءِ پير ڪارو.

١٤٩ـ ڪڪڙ ڪوريءَ جو، نانءُ وڏيري جو.

١٥٠ـ ڪتي جو منهن ڪارو، رب اوتري جي اوتري.

١٥١ـ ڪوڙي حرام، بجڪو حلال.

١٥٢ـ ڪني آگر وڌي پلي.

١٥٣ـ گابا هر وهن ها تہ ڏاند نہ هجن ها.

١٥٤ـ گدڙ ڊاک نہ پهچي، آکي ٿو کٽا.

١٥٥ـ گڏهہ چا ڄاڻي گلقند مان.

١٥٦ـ گڏهہ اهوئي آٹر، ٻيا پيس تہ پؤ ڪونهي.

١٥٧ـ گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.

١٥٨ـ گهوڙي ڪن برابر.

١٥٩ـ ڳوهہ ڪي ڪٺي ڪتي، تہ ڳولهي شڪارين جا گهر.

١٦٠ـ لال واه جا چيڙا.

١٦١ـ لاهہ ڪيڻ.

١٦٢ـ ليي لوٽڪ بہ نہ، سڌان مريڙي جون.

١٦٣ـ لال بہ ليي، پريت بہ رهجي اچي.

١٦٤ـ لڪي عيسو پڙهي موسو.

١٦٥ـ ليتڙيون پائڻ.

١٦٦ـ ماتيجي ماءُ جي مڪ، جهڙ جي ڌپ، ۽ انڌي جي گهت هڪ برابر.

١٦٧ـ ماشا قرڻ.

١٦٨ـ مالڪ تہ مالڪي.

١٦٩ـ ماءُ مري مريڙي ڪاڻ، پٽ پاتي خان.

١٧٠ـ مزوان موت، ملوڪان شڪار.

١٧١ـ مڪڻ پوندي متو سڙيو؟.

١٧٢ـ مڪڻ مان وار ڪيڻ.

١٧٣ـ ملتاني گهيتلو.

١٧٤ـ ناني رڌڻ واري، ڏوهٽا ڪائڻ وارا.

١٧٥ـ نَنهن جا زور لائڻ.

١٧٦ـ نوانوي جو ڌڪ .

١٧٧ـ نون ميهارن مينهون ڌاريون، ڪتا ساڙي دونهيون ڪيون.

١٧٨ـ وات ڪائي، اڪ لڄائي.

١٧٩ـ واڙيءَ پارهن هٽ اٽارهن، گهر ويٺي ويهہ!

١٨٠ـ وائڙي ڪتي انڌا گلر چٽي.

١٨١- وائڙي ڪتي واه تي، سائن ليکي شڪار تي.

١٨٢- وڻ وڻ جي ڪاٺي.

١٨٣- ويچارا ڪيڻ.

١٨٤- ويهن آڱرين جو زور لڳائڻ.

١٨٥- هجئي ناٽو تہ گھر ۾ لاڙڪاڻو.

١٨٦- هديرو گل ڪرڻ.

١٨٧- هر هلائي چڙهڻ.

١٨٨- هڪ اٺهوند ٻيا افعال بيچڙا.

١٨٩- هڪ الله جي نالي ٻيو حلوي سان ماني .

١٩٠- هڪ وٺي نہ، ٻيو وري جوتن سوڏو جهوليءَ ۾.

١٩١- هڪڙا اڏ ۾، ٻيا پنڌ ۾.

١٩٢- هو سودو نہ سلي، هي اٺل گهري.

١٩٣- هيڪڙ چوري، کير ڪٽوري، ٻيجهڙ چوري، جيءَ جي جهوري.

١٩٤- يارن جي ياريءَ سان ڪم، اڦالن سان ڪونهي.

١٩٥- يارن جي ٻاهه ٻارن مان نہ ڪيجي.

١٩٦- يار ياراڻي معاملا صاف.

—

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناڏانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)